همسوا * همسوا * همسوا * همسوا * همسوا * همسوا * همسوا * همسوا * همسوا

سلسليوار

# المعراج

۱۴





## فقير معراج علي سائينءَ
## جو روضو مبارڪ

پاران: همسوا

همسوا * همسوا * همسوا * همسوا * همسوا * همسوا * همسوا * همسوا * همسوا

همسوا



١ سيد غلام مهدي مخدوم جهانيم (ثاني)
فرزند ارجمند سيد موج درياءُ سائين

سيد موج درياءُ مخدوم جهانيم
فرزند ارجمندفقير مهدي پاڪ
مخدوم جهانيم



٢ سيد حسن علي مخدوم جهانيم (ثاني)
فرزند ارجمند سيد موج درياءُ سائين



٣ سيد ڊاڪٽر اسدالله مخدوم جهانيم
فرزند ارجمند سيد موج درياءُ سائين



٤ سيد قطب عالم مخدوم جهانيم
فرزند ارجمند سيد موج درياءُ سائين

سيد موج درياءُ مخدوم جهانيم (ثاني)
فرزند ارجمند سيد غلام مهدي جهانيم (ثاني)



سيد مختيار علي ” مهتاب علي” جهانيم ۽
سندن فرزند ارجمند سيد احسان علي جهانيم ۽ سيد اتحاد علي



فقير سمر علي مخدوم جهانيم
۽ بخش علي پليار موجود آهن



سيد هادي بخش ” شهباز علي” جهانيم



سيد سمر علي مخدوم جهانيم



سيد منور علي مخدوم جهانيم



قوت علي فقير پنان



سيد معراج علي رضا مخدوم جهانيم، ساجي فقير سرفراز علي
پوبان دائم علي ۽ کاہي قدرت علي پيلار موجود آهن



سيد معراج علي رضا مخدوم جهانيم، سيد شهاب الدين سائين جهانيم،
سيد شهباز علي جهانيم ۽ ٻيا فقراء موجود آهن.

15.1.2023 آچر ڏينهن فرهاد علي فقير طرفان پنهنجي مرشد فقير "سمر علي مخدوم جهانيه جي اوتار" آمد "واري ڏينهن تي 74 وين سالگره مبارڪ ملهائڻ جا منظر

سالگره مبارڪ ۾ ڊاڪٽر سيد عاشق علي جهانيه جانب علي فراز علي محمد اقبال مري، ۽ پيا فقير سمر علي مخدوم جهانيه سان موجود آهن.

سالگره مبارڪ ۾ ساڄي کان سيد ذوالفقار علي جهانيه ۽ کابي کان سيد ڊاڪٽر عاشق علي جهانيه سمر علي جهانيه سان موجود آهن.

ڊاڪٽر سيد عاشق علي جهانيه، همسوا چيئرمين سيد حق علي جهانيه ۽ سيد هادي بخش جهانيه "سوئم" سالگره جي تقريب ۾

فقير سمر علي مخدوم جهانيه سالگره مبارڪ جي ڪيڪ ڪاٽڻ وقت

همسوا چيئرمين سيد حق علي جهانيه سالگره مبارڪ ۾ موجود آهن.

فقير سمر علي مخدوم جهانيه سالگره مبارڪ جي تقريب ۾ فقراء سان مخاطب آهن

فقير سمر علي مخدوم جهانيه، سيد ڊاڪٽر عاشق علي جهانيه سيد ذوالفقار علي جهانيه ۽ ٻيو فقراء سالگره مبارڪ ۾ موجود آهن

سيد مقبول حسين مخدوم جهانيه ۽ سيد غلام مصطفيٰ مخدوم جهانيه سالگره جو ڪيڪ وارائيندي

سالگره مبارڪ ۾ جانب علي فقير ۽ ساٿين سنگ محفل موسيقي

فقير سمر علي مخدوم جهانيه جا طالب درويش سالگره ۾ سازن تي رقص ڪندي.

ولي عهد سيد عون محمد مخدوم جهانيم، فرزند ارجمند سيد مقصود علي مخدوم جهانيم (سجاده نشين جهانيم) ڳوٺ وڏا لاکا ۾ برسات متاثرين ۾ راشن ورهائيندي

همسوا (C.E.O) سيد تصور علي جهانيم، پروفيسر روشن علي خاصخيلي محمد صفر ملاح برسات متاثرين ۾ راشن ورهائڻ جي تقريب ۾ موجود

همسوا چيئرمين سيد حق علي جهانيم ۽ سيد ذوالفقار علي جهانيم ۽ 7 فوٽ 8 انچ قد رکندڙ مدد علي شاهاڻي ۽ ٻيا فقراء همسوا جي ميٽنگکان پوءِ بيٺل آهن.

همسوا چيئرمين سيد حق علي جهانيم برسات متاثرين ۾راشن ورهائيندي

ڊاڪٽر سيد عاشق علي جهانيم، همسوا چيئرمين سيد حق علي جهانيم مرحوم خدمت علي فقير، فرهاد علي فقير سان گڏ ذياري جي عيد ملهائيندي.

همسوا چيئرمين سيد حق علي جهانيم ، سيد معراج علي "راڄ" جهانيم استاد لالڻ چنم ۽ سماجي ڪارڪن محمد اسلم سهتو برسات متاثرين ۾ ڪمبل ورهائڻ جي تقريب ۾

سيد عون محمد جهانيم، فرهاد علي ۽ مرحوم خدمت علي برسات متاثرين ۾ راشن ورهائيندي

سيد سجاد حسين مخدوم جهانيم (پروگرام مئنيجر همسوا) برسات متاثرين ۾ راشن ورهائيندي

قاضي سرفراز علي (ميمبر B.O.D)، فقير مختيار علي، برسات متاثرين لاءِ درگاه ماڻدم تي قائم ڪيل مفت طبي ڪئمپ ۾ موجود آهن





٢ فقير مهدي سائين مخدوم جهانيم



١ سيد هادي بخش مخدوم جهانيم

سيد امام بخش مخدوم جهانيم ۽ فرزند ارجمند ١ سيد هادي بخش مخدوم جهانيم ٢ فقير مهدي سائين مخدوم جهانيم

ماهوارا ساٿين ________________

________________

پاران ________________

همسوا همسوا همسوا همسوا

سلسلیوار ١٤

# المعراج

2023ع


سرپرست اعليٰ: مخدوم سيد مقصود علي جهانيه

سرپرست: فقير سمر علي مخدوم جهانيه

ايڊيٽر: اطهر علي "اطهر"

سب ايڊيٽر: استاد خادم حسين عباسي

۽ حق علي مخدوم جهانيه

قانوني صلاحڪار: انعام علي ڪهڙو

شفيع محمد ٻانڪو ايڊووڪيٽ

ڪمپوز گرافڪ: مختيار علي

لک پڙهه لاءِ

هادي مهدي سوشل ويلفيئر ايسوسيئيشن

"همسوا" سنڌ

تعلقه سوڀوديرو ضلع خيرپور ميرس

درگاهه مانڌم

پرنٽنگ

پرويز پرنٽنگ پريس ڪمبٽ

شيخ پرنٽنگ پريس ڪمبٽ

Cell: 0306-3525192


## فهرست


| نمبر | مضمون | مصنف | صفحو |
|---|---|---|---|
| 1 | پنهنجي پاران | اطهر علي "اطهر" | 2 |
| 2 | اچو ته پنهنجي اصلاح ڪريون | حافظ عبدالستار سولنگي | 3 |
| 3 | الفت علي فقير پنهور | اطهر علي "اطهر" | 6 |
| 4 | پيهر ڀيچل پولهيو | اطهر علي "اطهر" | 10 |
| 5 | سچ ظاهر ٿيڻ جو ساڳي | نثار علي فقير | 16 |
| 6 | فقير پير شاهنواز "لاهوتي" | پير منور الحق | 18 |
| 7 | انسان جو زمين تي اچڻ | پروفيسر نثار احمد جمالي | 20 |
| 8 | ڪک سخن جي سرهاڻ | محسن علي جوکيو | 22 |
| 9 | تصوف | راز علي ڪلهوڙو | 23 |
| 10 | رهاڻ خيال اڀياس | سيد مهتاب علي مخدوم جهانيه | 24 |
| 11 | تصوف | منصف علي لاڪو | 29 |


## شاعري


| | | |
|---|---|---|
| 1 | فقير پاڪ مهدي سرڪار جا ٻول | 30 |
| 2 | سيد ڪامل شاهه، سيد علي نواز شاهه<br>سيد معراج علي رضا ۽ نور علي فقير جا ٻول | 31 |
| 3 | سيد احسان علي مخدوم جهانيه<br>۽ سيد موڪڙ شاهه جا ٻول | 32 |
| 4 | حافظ عبدالستار، نثار علي، شاهنواز ڪهڙو<br>نصيب علي ۽ اطهر علي "اطهر" جا ٻول | 33 |
| 5 | ولايت علي سهتو جا ٻول | 34 |
| 6 | فقير سمر علي مخدوم جهانيه جي اوتار<br>(آمد) واسطي اطهر علي "اطهر" جا ٻول | 35 |
| 7 | اطهر علي "اطهر" جا ٻول | 36 |

# پنهنجي پاران

حق موجود

يا علي مدد

ويئي ناھ وراڪو، ستيئي ڪونهي سنگ
هوت هلندي ڪنيو، جئي انگئي چاڙهيو انگ

” همسوا“ جا عهديدار ، ميمبر ۽ جملي فقيراءِ حق موجود يا علي مدد

سائيو!

هن سال بہ هر سال جيان ” المعراج“ 14 ساليانو 2023ع سرڪار معراج علي رضا مخدوم جهانيہ جي 26 هين ميلي مبارڪ جي ڊيوٽي نصيب ٿي اٿم. هن چوڏهون سالن جو پورهئي ۾ ڪافي ڪميون ڪوتاهيون بہ ٿيون آهن، سائين جون تنقيدون ۽ اصلاحون بہ سرچشمر ۽ انهن جا بہ احسان جن جستجو جاري رکڻ لاءِ پي همٿايو آهي. اميد تہ المعراج 14 مان بہ اڳ جيان هز حاصل ضرور ڪندا ۽ ايندڙ شماري لاءِ وقت سر مواد موڪلڻ جي مهرباني ڪندا. فقير وارث !

موڪلاڻي انهن الفاظن سان تہ ......................

سمندجي سيوين، تنين ماٺڪ ميڙيا،
ڇلر جي ڇوئين، تن سانڪونا ۽ سٽيون.

تاريخ 23 رجب المرجب 1444 ھ
15 فيبروري 2023ع بروز اربع

Website. www.hadimehdi.org.pk
Facebook: hmswasindh@gmail.com

**اطهر علي ” اطهر “**
ايڊيٽر ”المعراج“
0344-3788822
0305-3174734



# اچو تہ پنهنجي اصلاح ڪريون.....!!!!!

حافظ عبدالستار سولنگي (ٺاروشاهہ)

حقيقت ۾ انسان ڪي سج وانگر روشن، درياءَ وانگر سخي ۽ زمين جيان نرم هجڻ گهرجي. جنهن انسان ۾ صبر ۽ سهپ هجي ٿي. اهو انسان يقينن زندگيءَ جي هر موڙ ۾ ڪاميابيون ماڻي ٿو. هر ڪو ڄڱي ريت ڄاڻي ٿو تہ پوپٽ گلن ڪان وڌيڪ حسين هوندا آهن پر جڏهن باغن جا سودا ٿيندا آهن تہ خريداري گلن جي ٿيندي آهي. ائين ئي انسان ظاهر ۾ ڀلي ڪيڏو بہ سهڻو هجي پر جيڪڏهن ان ۾ اخلاق موجود نہ آهي تہ پوءِ اها ظاهري سونهن ڪنهن خاص ڪم جي نہ هوندي آهي ڇو جو اخلاق ئي انسان جي حقيقي سونهن آهي، جنهن مان انسان جي پرک پوي ٿي

حضرت شمس تبريز رحہ جا لفظ ياد اچن ٿا تہ پڙهڻ ذريعي سکي تہ سگهجي ٿو پر سمجهڻ جو عمل عشق ڪان سواءِ ممڪن ناهي. جيئن تہ توبهہ ڪرڻ آسان ڪم آهي پر مشڪل ڪم تہ گناهہ ڇڏڻ آهي. ائين تہ پڙهڻ تہ سولو پر ان تي عمل ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. اهو بلڪل سچ آهي تہ دنيا جي هر ميدان ۾ شڪست ۽ سوڀ ٿيندي آهي جڏهن تہ اخلاق جي ڪڏهن بہ شڪست نہ ٿيندي تڪبر ۾ ڪڏهن سوڀ نہ ملندي پر بيحد افسوس سان لکڻو پوي ٿو تہ افسوس هتي تڪبر جي تخت تي ويٺل ماڻهن جو تعداد اڄ ڪلهہ سرس ٿيندو رهي ٿو! ٿورو پئسو يا عهدو ملندي ئي پنهنجي اصلي اوقات وساري ويهن ٿا! اهڙا ڪيئي فرد هن معاشري ۾ موجود آهن جيڪي هر وقت وڏائي جي وڏي عروج تي هوندا آهن پاڻ ڪي الائي ڇا جو ڇا سمجهندا آهن. بهر حال! ڇوٽي موجب تہ خالي ڪني گهڻو اپامندي آهي. تئين ئي هو هوندا ڪجهہ بہ ناهن بس اجائي انا ۽ آڪڙ ۾ هميشہ آڪڙيل رهندا آهن! علم واري ۾ عاجزي هجڻ گهرجي پر اڪثر علم واري ۾ اجا وڌيڪ وڏائي نظر ايندي آهي.!

شيخ سعدي رحہ فرمائي ٿو تہ

”عقلمند ديوار تي لکيل لفظن مان بہ نصيحت حاصل ڪندو آهي پر جاهل لاءِ سڄو ڪتب خانو بيڪار آهي“ سو اڻ پڙهيل تي ڪهڙي ميار! اڻپڙهيل هوندو ئي انڌي جي آچار آهي. هتي هڪ ڳالهہ ياد اچي ٿي تہ هڪ ڏينهن آئون ڪوچ ۾ سفر ڪري رهيو هئس تہ منهنجي ڀرسان هڪ شخص ويٺل هو. ڪوچ اسٽاپ تي بيٺي تہ هن اخبار ورتي بہ منٽ اٿلائي ڦٿلائي ڏٺي. ڏسي مون ڪي ڏنائين، پائو! اخبار پڙهو. آئون حيرت وچان سندس سان مخاطب ٿي پڇيو سائين اوهان ايڏي جلدي اخبار پڙهي ورتي !! موٽ ۾ جواب حيرت ڏياريندڙ ڏنائين تہ پڙهيل ئي ڪونہ آهيان مڙئي اداڪارن جا فوٽو ڏٺم !! اڇا اوهان پڙهيل نہ آهيو پر ڇو اوهان تعليم نہ پرائي منهنجي پڇيل جواب ۾ هن هي ورندي ڏني تہ بابا زميندار هيو. مون سوچيو پڙهي ڇا ڪندس پئسي ڏوڪڙ جي پاڻ ڪي پرواهہ ئي نہ هئي. نوڪري بہ نہ ڪرڻي هئي ان ڪري پڙهيس ئي ڪونہ پر هاڻي پڇتايان ٿو تہ ڪاش پڙهيل هجان هان!! افسوس اسان جي اها سوچ تہ تعليم صرف نوڪري لاءِ خاص حاصل ڪبي تہ اهو سراسر غلط آهي. ڇو جو تعليم جو تعلق نوڪريءَ سان هر گز نہ آهي. گهڻا ماڻهو ان ڪري نہ پڙهن ٿا تہ ڪهڙي نوڪري ملندي اجايو ويهي خرچ ڪريون ۽ وقت وڃايون. مونکي افسوس آهي اهڙين سوچن تي جيڪي تعليم ...ء اهڙيون ڳالهيون ڪن ٿا: تعليم سان انسان ۾ شعور پيدا ٿئي ٿو تعليم سان ئي انسان زمين ڪان آسمان تائين وڃي پهچي ٿو پينگهي ڪان قبر تائين علم پرائڻ گهرجي استاد بخاري جون سٽون ياد اچن ٿـ ...

لکڻ زندگي آ زندگي ڪيئن ڇڏجي؟
پڙهڻ بندگي آبندگي ڪيئن ڇڏجي؟
ڏکئي ڪان ڏکيو عشق اکرن جو آ.
رکي دوستي دوستي ڪيئن ڇڏجي؟

تعليم پرائڻ هر مرد توڙي عورت جو حق آهي. تعليم ڪان جن منهن موڙيو انهن کي وقت گذرڻ سان وڏين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. اڳتي هلي انهن کي اڻپڙهيل هجڻ جو ضرور احساس ٿئي ٿو. حالت اها آهي ته اڄ جو نوجوان طبقو اڪثر پڙهائي ڪان پري باقي پين، اجائي ڪمن ۾ گهڻو مصروف رهي ٿو جنهن مان هڪ موبائيل فون جنهن جو حد ڪان وڌيڪ استعمال. اڪثر اڄ جو نوجوان ڏينهن ته ڇا سڄي سڄي رات موبائيل ۾ مگن رهي ٿو! اها والدين جي لاپرواهي چئجي يا لاڏ لائپ؟ اولاد هر ڪنهن کي پيارو هوندو آهي پر ان جي بهترين ۽ ڀلائي لاءِ ان تي مڪمل نظر ثاني ڪرڻ هي هڪ ذميوار والدين جو فرض پڻ آهي ته اولاد کي تعليم، تربيت، صحبت، ماحول ۽ معاشرو بهتر مهيا ڪري جنهن سان هن کي فائدو رسي. باقي بي ڌياني سبب اولاد بگڙجي وڃي ٿو جنهن جو بعد ۾ سڌي سئين رستي تي موٽي اچڻ ڏاڍو مشڪل ٿيو پوي! سوشل ميڊيا جو استعمال غلط نه آهي پر حد اندر ڪجي ته بهتر آهي. گهڻو ڪري پوسٽ اها اپلوڊ ڪجي جنهن ۾ ڪو لاڀ ملي. باقي اڄ ڪلهه قيمتي وقت جون گهڙيون سوشل ميڊيا تي ويهي وڃائڻ اٿڻ، ويهڻ، کائڻ، پيئڻ جون سيلفيون ڪڍي اپلوڊ ڪرڻ! سيلفين جي چڪر ۾ ڪيترن جون ته جانيون ئي هلي ويون. بس اهو به عجيب نشو آهي جيڪو گهڻن جي سرن تي سدائين سوار رهي ٿو! بيحد افسوس سان لکڻو پوي ٿو ته اڄ ڪلهه سوشل ميڊيا تي اهڙن واندن جي وڏي لوڏ لٿل آهي، جيڪي لاشن تي لائيڪ ۽ لافنگ ڏئي وري گڏ جو ڪمينٽس ڪري فيس بوڪي دوستي جو ثبوت ڏين ٿا! جنهن سان اڳلي جو اندر ئي ساڙي ڇڏين ٿا! افسوس هتي هر ڪو اهڙو ته هوشيار لڳو پيو آ جنهن جي کهڙي ڳالهه ڪجي! ڳالهه جاهليت سان گڏ حيرت جي هوندي آهي. ماڻهن جي عجيب سوچ عيادت ڪرڻ وقت مريض کي ڏسي چوندا هي ته بچندو ئي ڪونه! حالانڪ چوڻ واري جو ڊاڪٽري سان ڪو تعلق ئي نه هجي ٿو! جنهن شي جي خبر ئي ناهي ان تي تبصرا ڪرڻ ڳالهه سمجهه ڪان ٻاهر هوندي آهي. هتي مفت جا مشورا جام ملندا. هڪ ڪان پڇ ته هزار ڏيندا باقي مدد گهرڻ سان منهن موڙي ڇڏيندا آهن! سڀ ماڻهو هڪ جهڙا به ناهن اڄ به هتي ڪيترائي املهه انسان موجود آهن جنهن ڪري هي چرخو هلي رهيو آهي پر اهڙن ماڻهن جو تعداد آگرن جي ڳڻڻ جيترو آهي جيڪي هر هڪ سان لاطمع تي پيش پون ٿا. باقي ڪوڙا ۽ منافق ماڻهو جيڪي غلط هوندي به پاڻ کي غلط تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نه هوندا آهن. حالانڪ غلطي کي تسليم ڪرڻ وڏي دليري آهي پر شايد اسين اڃا تائين اهو سکيا ئي ناهيون! در گذري وارو درس وساري سيني ۾ سالن جا وير رکي پنهنجا پلاند وٺڻ ۾ پورا آهيون! افسوس انسان جي نگاهه چنڊ جي داغن تائين پهچندي آهي پر پنهنجي وجود جي داغن تي نه پوندي آهي! انسان هميشه ٻين تي طنز ۽ تنقيد ڪئي پر پنهنجي اصلاح ڪرڻ جو سوچيو ئي ناهي! سچ ڳالهائڻ سان سگهه ۽ سچ برداشت ڪرڻ سان عقل ۾ اضافو ٿئي ٿو پر هتي حقيقتن ڪان پاسي تي انهي کي قبول ئي نه ڪيو وڃي ٿو! هوئن به سچ وڏو ڏوهاري آهي. سچ لکڻ يا چوڻ سان هڪ نه هزارين دشمن ٿيو وڃن ٿا! دنيا جو اهو دستور آهي ته دل جا صاف ۽ سڌا ماڻهو اڪثر اڪيلاپ جو شڪار بڻجي ويندا آهن! هتي اڪثر ماڻهون ٻٽي پاليسي ڪري پنهنجا مفاد حاصل ڪن ٿا هر ڪو فقط پنهنجي ذات لاءِ سوچڻ هجي ٿو ٻين جي ڀلائي ۾ ئي پنهنجي ڀلائي آهي. مونکي هت هڪ ڳالهه ياد اچي ٿي ته هڪ ماهر نفسيات پنهنجاهه ماڻهو جي ڪلاس ۾ هر هڪ کي هڪ هڪ ڦوڪڻو ۽ مارڪر ڏئي چيو ته ڦوڪڻو ڦوڪي ان جي مٿان پنهنجو نالو لکو. جڏهن سيني لکي ورتو ته

اهي پنجاهہ نالن وارا ڦوڪڻا هڪ خالي ڪمري ۾ ٽيڙي پکيڙي ڇڏيائين. هاڻي انهن کي چيائين تہ وڃو ۽ پنجن منٽن جي اندر پنهنجي پنهنجي نالي وارو ڦوڪڻو ڪڻي اچو. سڀئي ماڻهو بدحواسيءَ ۾ هيڏانهن ڪاڏانهن ڊوڙڻ لڳا. ڪيترائي ڦوڪڻا انهن جي پيرن هيٺان اچي ڦاٽي پيا. ڪنهن بہ پنهنجي نالي وارو ڦوڪڻو نہ لڌو. ساڳي سرگرمي ورجهائي وئي ۽ هن دفعي انهن کي صرف اهو چيو تہ جيڪڏهن توهان وٽ ڪنهن ٻئي جو نالو اچي تہ ان کي ان جو ڦوڪڻو ڏئي ڇڏيو. يقين ڪريو چند منٽن ۾ سڀني کي پنهنجي نالي وارا ڦوڪڻا هٿن ۾ هئا. ان تي ماهر نفسيات سڀني کي مخاطب ٿي چيو تہ " ساڳيءَ طرح اسان جي زندگي بہ ائين ٿي آهي اسان جو بدحواسيءَ ۾ پنهنجي خوشين کي ڳوليندي ٻين ڪيترن جون خوشيون ۽ خواهشون لتاڙي ڇڏيندا آهيون !! اسان کي اها خبر نہ پوندي آهي تہ اسان جون خوشيون بہ ٻين جي خوشين ۾ آهن. ٻين کي خوشيون ڏيڻ سان اسان کي پنهنجو خوشيون آسانيءَ سان ملي وينديون ۽ اهو ئي اصل زندگيءَ جو مقصد آهي" هن واقعي ۾ ڪيڏو نہ سبق سمايل آهي. ڪاش! هر هڪ اها سوچ رکي ان تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري تہ انسان جا مان چاٽي پوي.

ڀلا ڪن ڀلايون، مَنايون مٺن،

جو وڙ جڙي جن سين، سو وڙ سڀئي ڪن.



## تلهہ

ايڏي چو ڪرين دوست دير، سکهو من جو مٽڪو ڦير.

سڏون سانگ سٽ سڀئي،[1] ڪٽي ڪلفتون ڪل ڪير.

خود خدا خود ۾ آهي،[2] حرص ۾ هيٺون نہ هير.

مٽ مونجهارا من جا،[3] سچي سبق سان ٿيءُ سير.

هلائي حرف حق حقي،[4] چمڪ چمڪاءِ چهر.

باقي بيڪار آهن "اطهر"،[5] بيشڪ باب برهہ بغير.

## اطهر علي "اطهر" جا ڏيڍوڻا

1. چاهيم سارو جڳہ،
ڪو نہ نظر آيو ڪو جهڙو پاڻ ۾ مليو ڏڳہ.
2. دوئي جو ٿي دور،
سڀ ٻاهر ساڳيا، سور ۽ سرور.
3. ووڙ بہ ڪر گهڻو وٺاڻ،
تر نہ هو تفاوت، سڄڻ نہ هو ساڻ.
4. پاڻ ۾ مليو پرِ،
اچايو رڻ رليم، ساڳيو آهيان سِرُ.
5. هيس آءُ اڏورو،
پريسن آيو پاڻ، پوءِ ٿيس پورو.
6. درد ٿيا دور،
آيو اڱڻ عجيب، مليو سيني سرور.
7. ڏينهن مڙيئي ڏون،
آئين اطهر هتي، گڏ گذارڻ تون.
8. ڪٿين وساريان آءُ،
آهي منو مونکي، سهرين تنهنجو ناءُ.
9. هر شيءِ ۾ آهي هو،
اگر ڏسجي جاچي جاني، جدا ڪنهن کان ناهي هو.
10. هن ريءِ نہ آهي ڪير،
جنهن نہ پروڙي مام، تنهن جي من آهي مير.
11. مير جو نڪتي من مان،
پوءِ محبوب مليو مونکي، سچ سيني صحن مان.
12. دوئي جو ٿي دور،
مون ۽ محبوب ۾، رهي نہ وٿي مور.
13. پري نہ پاڻئنج پرِ تون،
ڪيءِ من مان مير، ساڳيو ئي آهين سـ ـ ـ
14. وٿي نہ وجهہ ولر تون،
پاڻ ۾ پاڻ پسندين، نيٺ پنهنجو يار ـو.
15. دوئي ٿئي دور ٿي،
ماڻجي ٿو تہ مزو، محبت منجهہ مـ ـ ـ ٿي.
16. فلاڪروني لاڪر ڪر،
انهيءَ راز رنداني ۾، ـ ـ ـ
17. سجدي ۾ سچو نمازي ڳر،
ساڳئي نموني صورت ۾، آهن هي غازي ڳر
18. ٻيو ذڪر ناهي،
سڄڻ تنهنجي نام ـ ـ ـ

حق موجود

سدا موجود

# قوت علي فقير

اطهر علي "اطهر"



قوت علي فقير ذات جو پناڻ هو. سندس شريعت جو نالو بشير احمد ولد الاهي بخش پناڻ اصل رهائش ڳوٺ جادو واهڻ جو هو. ڳوٺ جادو واهڻ اسان جي ڳوٺ زوار نواب کهڙو وارن جو ڏاڏنگي ڳوٺ آهي، اڄ ڏينهن تائين هن ڳوٺ وارن کي جادائي کهڙا سڏيو وڃي ٿو. يعني اسان جي ڳوٺ وارا جادائي کهڙا جي نالي سان مشهور آهن. پناڻ ذات وارا مير صاحبان جا خاص ماڻهو رهيا آهن. هي مير صاحبن جي دور ۾ اچي جادو واهڻ ۾ رهائش پذير ٿيا. اها تہ عالم آشڪار ڳالهہ آهي تہ ميرن جي دور ۾ ڪمن ڪارين جي ڇيڙ تمام گهٽي هوندي هئي، اسان جا وڏا ڇيڙ جي ڪري پنهنجي ابَاڻڪي ڳوٺ جادو واهڻ کي ڇڏي نئون ڳوٺ اڏي وڃي هاڻوڪي ڳوٺ زوار نواب کهڙو ۾ رهائشي ٿيا. انهيءَ دور ۾ اتي جهنگل هوندو هو. اسان جو ڏاڏا سائين نالي محمد عمر (عنايت علي) ولد درياءَ خان ولد محمد صفر ولد جادو هو. اهڙي طريقي سان جيڪڏهن ڏٺو وڃي تہ جادو اسان جي ڏاڏنگ جي نالي سان آهي. اسان جو ڏاڏا سائين محمد عمر جيڪو اڳتي هلي صادق علي فقير ڪنير جي صحبت ۾ اچي فقير پاڪ مهدي مهدار جو دست بيعت طالب ٿئي ٿو ۽ سندس نالو عنايت علي رکيو وڃي ٿو. اسان جي ڳوٺ وارا اسان سميت سڀ مريد راڻي پور وارن پير صاحبان جا آهن. مگر ڏاڏا عنايت علي پهريان شخص هئا جيڪي فقير پاڪ مهدي مهدار مالڪ جا طالب ٿيا. قوت علي فقير هڏايو تہ راڻي پور جي ساداتن فقير پاڪ مهدي مالڪ ڏانهن اهڙي قسم جو سنيهو بہ موڪليو هيو تہ اوهان اسان جي ڍورن ۾ "مريدن" ۾ رسا وڌا آهن. موٽ ۾ مالڪ سردار اهو فرمايو هيو تہ ڍور وِسَنوَ ڏسي وريا آهن. عنايت علي فقير کهڙو جڏهن طالب ٿيو تہ ڳوٺ ۽ پاڙيوارن طرفان تڪليفن ڏيڻ جو دور بہ شروع ٿي ويو. ڳوٺ وارن جو خيال هو

تہ نالو مٽائي شيعو ٿي ويو آهي. شايد انهن جي نظر ۾ شيعو ٿيڻ ڪافر ٿيڻ جي برابر هو. مولا عليءَ جو شيعو ٿيڻ کان وڌيڪ وري انسان جو ڪهڙو مرتبو ٿي سگهي ٿو.

اهڙي قسم جي اذيتن الزامن، ڏک ڏاکڙن، ظلم زيادتن، ڏاڍ جبر، جي ڪري اسان جا ڏاڏا سائين عنايت علي فقير جن پنهنجو اصل ڳوٺ ڇڏي ڳوٺ دوست محمد کهڙو پر سان پنهنجي زمين تي اچي رهائش پذير ٿيا. جتي هڪ کوهہ بہ کوٽايائون. اهو کوهہ اسان جي ٻئي نمبر ڀاءَ سلطان علي ڪجهہ سال پهريان لٽرائي ڇڏيو آهي. هتي هڪ ڳالهہ واضح ڪندو هلان تہ اسان جو تمام گهڻو مسڪيني حال هوندو هو. اسان جي وڏن ڀائرن جو ترقيءَ ۾ وڏو ڪردار رهيو آهي. خاص ڪري ادا سلطان عليءَ تمام گهڻيون محنتون بہ ڪيون، چڱ مڙ سائي بہ ڪئي، لچ لوفر سان بہ مهاڏو اٽڪايو، زمينون بہ خريد ڪيون، جتي جادو واهڻ ۾ اڄ منهنجو گهر ۽ اسڪول موجود آهي، اها زمين بہ اسان جي هن ڀاءُ "سلطان علي" خريد ڪئي. سلطان عليءَ کي وري سنيگارن، سنوارڻ ۽ سڌارڻ ۾ محمد يوسف آرائينءَ (پنجابي) جو اهم ڪردار رهيو. اسان ٻن ڀائرن عنايت علي دوئم ۽ مونکي پڙهائڻ، سينگارڻ، سنوارڻ ۽ سڌارڻ ۾ اسان جي ڀاءُ سلطان عليءَ جو اهم ڪردار رهيو جيڪو نہ وسرڻ جهڙو آهي، هاڻي آءُ 31 ڊسمبر 2022 ۾ 20 هين گريڊ جي پوسٽ تان انهن ڀائرن جي دعائن سان رٽائر ٿي رهيو آهيان. مٿيون ڪجهہ ڳالهيون ڳوٺ جادو واهڻ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ مون کي لکڻيون پيون.

ڪجهہ سالن کان پوءِ عنايت علي اهو گهر ڇڏي فقير پاڪ مهدي مالڪ جي حڪم کي لبيڪ چئي وري ساڳئي ڳوٺ ۾ اچي رهائشي ٿيا.

قوت علي فقير پناڻ تازو هن سال 2022ع ۾ 5 جون

تي هن ظاهري دنيا تان پرده پوشي ڪري ويو آهي. قوت علي به بيشڪ قوت هيو. قوت علي ڪير سڏائي. قوت علي فقير پنهنجي ذات ۾ هڪ هلندڙ ڦرندڙ جيئري جاڳندي تاريخ هو. اڄ قوت علي فقير جو ڳالهائڻ جو انداز بيان دل تان لهي ئي نٿو. مون خاص ڪري قوت علي فقير کي سدائين پنهنجي مرشد مهدي سرڪار لاءِ ساراهه ثنائون پڙهندي ٻڌو ڏٺو. ڪيترائي مرتبه پنهنجي مرشد جي ثنا ڪندي سندس اکين مان لڙڪ به ڳلن تي لڙي پوندا هئا. اسان سان به قوت علي جي ڏاڍي پريت رهي آهي. تقريبن اهو به 45 يا 50 سال جو سڪ جو سڳو پويل رهيو. پاڻ ملاٽڪي مذهب يا فڪر کان باغي هوندا هئا. اڪثر فرمائيندا هئا ظاهري ڏيک بيڪ آهي. هنن وٽ اندر جي اڄائي ناهي هنن جي قول ۽ فعل ۾ فرق آهي. اهو ئي سبب آهي جو ڪيترن ئي ملن سان علمي بحث مباحثا به ٿيندا هيس مگر قوت علي ۾ جيڪا مالڪ مهدي قوت رکي هئي ته چڱي ڀلي ملي مروڙي جي هتي جاءِ نه هئي کيس ڪافي سارين آيتن، حديثن، حوالن، قولن ۽ اشعار تي عبور حاصل هو ۽ پاڻ ڳالهائڻ ۾ به تڪبندي جا ڏاڍا ڄاڻو هئا. تمام گهڻو ڪلام درويشن جو کيس بر زبان ياد هو. اسان جي علائقي ۾ قوت علي فقير جهڙو تصوف جو ڄاڻو ڪو نه ٿو سجهي.

ڪجهه سال پهريان ٻڌايائون ته سمر علي سردار جو خواب جي ذريعي حڪم ٿيو آهي ته سوالڻ سائين جو روضو ٺهرايو. انهن ڏينهن ۾ پاڻ وڃي انهيءَ روضي مبارڪ وٽ رهيا ۽ اهو روضو جوڙي راس ڪرايائون جيڪو مهرو واهڻ ۾ موجود آهي. قوت علي فقير به اتي ئي ابدي آرامي آهي.

قوت علي فقير راڳ جو تمام وڏو ڄاڻو هو. قوت علي جڏهن راڳ ڳائيندو هو ته اهڙي ته هم اوستي کيس مٿان تاري ٿي ويندي هئي جو اتي ويهي نچندو به هيو ۽ ڳائيندو به هو. راڳ ڳائڻ ۾ به ڪنهن جي پوئواري يا ڪنهن جهڙو انداز ڪو نه رکيائون سندس ڳائڻ جو انداز سين کان نيارو ۽ نرالو هو. راڳ ڳائڻ وقت پاڻ اهو ڪردار ٿي ويندا هئا. يا ائين چئجي ته ان ڪردار ۾ جذب ٿي ويندا هئا. راڳ جو به تمام وڏو خزانو کين ياد هو. ڪچهري ڪرڻ وقت به موضوع مطابق شعر پڙهڻ جو انداز واهه جو وڻندڙ هوندو هو.

پاڻ پنهنجي مرشد جي حضور ۾ به راڳ ڳاتائون. فقير سمر علي سردار جڏهن ظاهري زماني کي خير آباد چئي، سنگ جي صورت ۾ سيلاني ٿيا. انهن ڏينهن ۾ جيڪي فقراءِ مهدي پاڪ جا طالب درويش موجود هئا. قوت علي به انهن مان هڪ هو. قوت علي به ڪجهه ڏينهن لاءِ فقير سمر علي سردار سان سنگ ۾ سلهاڙيل رهيو. قوت عليءَ جو فرزند گلشن علي ته ننڍي لاءِ کان ئي فقير سمر علي سردار سان حضور ۾ حاضر ۽ خاص ڊيوٽي بردار آهي، گلشن علي پڻاڻ تي به سمر علي سردار جي خاص نگاهي ڪرم آهي.

قوت علي فقير يڪتاري چپڙيءَ تي راڳ جي محفل ڪندو هو. خاص ڪري فقير نانڪ يوسف، سوالڻ سائين، سيد هاشم شاهه ۽ ٻين اهڙين جاين تي ذوق شوق سان حاضريون ڀري محفلون مچائيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن اسان سان به روح رچنديون ڪرڻ لاءِ يڪتارو ڪٽي اچي محفل ٻڌائيندو هو. سمر علي سائين اسان جا مرشد مولا جن جڏهن به اسان وٽ جادو واهڻ ۾ رهائش اختيار ڪندا هئا ته قوت علي به اچي راڳ جي محفل ۾ حصو ڪندو هو. خاص ڪري پوئين پهر قوت علي فقير کي وارو ملندو هو ۽ پاڻ واهه جو وارو وڃائيندا هئا. استاد خادم حسين عباسي صاحب جن جيڪي نانڪ سائين جي نانڱ مان آهن. پاڻ به قوت عليءَ جي راڳ کي ڏاڍو پسند ڪندا هئا. استاد خادم حسين عباسي صاحب جن هوئن ته سچل سائينءَ جي گاديءَ مان عبدالحق فاروقيءَ جا دست بيعت آهن. مگر پاڻ سمر علي سردار جي عشق جا عاشق آهن. پاڻ سمر علي سرڪار جا سجودي به آهن پاڻ هينئر به 75 سالن جي عمر ۾ موجود آهن. کين مالڪ خضري عمر عطا ڪندو. اسان سان به انتهائي پيار ڪندڙ آهن.

پاڻ فرمائيندا آهن ته ادا سچي سنڌ گهمي [illegible] هن وقت مخدوم سمر علي سائن جهڙو فقير قـ[illegible] ڪٿي به ڪو نه آهي. هر جاءِ تي هاٺي پيري پئي تي نظر جي ۽ پيريءَ جو پنڌ لوري آهي. استاد خادم حسين جن به توحيد جي محفل جا متوالا مور آهن. پاڻ استاد سائين جن به ڪڏهن ڪڏهن سنگسان سلهاڙ جي جذب ۾ يا موج مستيءَ ۾ اچي ڳائيندا به آهن ۽ نچندا به آهن. هن عمر ۾ به خاص ڪري فقير پاڪ جي ٻول " سڀ ڀڄيون سي حدون ڪاهي پيا آهيون قصور ۾ " تي جذبي مان اٿي بيهي نچي سڄي محفل کي معطر ڪندا آهن. خاص ڪري جانب علي فقير کي ائين به هن ٻول لاءِ آخر ۾ فرمائش ڪندا آهن ته اسان وارو ٻول ضرور ٻڌائجان. قوت علي فقير به محفل ۾ ڳائي استاد خادم عباسيءَ جي روح کي راضي ڪري ڇڏيندو هو. قوت علي فقير کي " مهدي اهڙو منور پيو ٿيو آنه ٿيندو " تي ڳائڻ جو ڏاڍو عبور حاصل هوندو هو. اڪثر محفلن ۾ هي ٻول ضرور ڳائيندو هو. قوت علي فقير جڏهن ڳائيندو هو سڄي محفل جي مٿان ڇڻ ته جادوئي سڪتو طاري ٿي ويندو هو. سچ ته اڄ دل هيءَ ٻول ٻولي ٿي ته:

اڄ پڻ اڪرين، سڄڻ پنهنجا سارئا،

ڳلن تان ڳوڙهن جون بوندون بس نه ڪن،

سندي سڪ پرين، لوڪ ڏٺي نه لهي.

قوت علي فقير جوانيءَ جي ڏينهن گهور ڪري پيو گذر سفر ڪندو هو. ڪيس هڪ گڏهڙي هوندي هئي، جيڪا صبح جو سوير تيار ڪري فل فروٽ ڪٿي ٻهراڙين ۾ ويندو هو ۽ اهڙي طريقي سان سندس گهر جو چرخو پيو هلندو هيس، پنهنجي مالڪ مرشد ۾ سندس يقين الاهي پختو هوندو هيس، سدائين توڪل تي هيڙو پيو ترندو هيس، ڪڏهن ڪنهنجي اڳيان هٿ ڪو نه ٽنگيائين، سندس گذر سفر " آٿين ۽ چاڙهين ڏٺ ڏهاڙي سومرا " تي هيس، تصوف جا اجارا نالو ٻڌي ڪچهريون ڪرڻ لاءِ سندس اڳڻ تي پيا ڪهي ايندا هئس، جهڙو حال پريان نال انهن جون به خدمتون ڪندو هو. اسان پڻ اهڙي ئي اجهائڻ لاءِ قوت علي فقير سان ڪچهري ڪرڻ ويندا هئاسين، جڏهن واپسي ٿيندي هئي ته پاڻ ڳپل پنڌ تائين ڇڏڻ لاءِ ايندا هئا، ڪچهريون ڪرڻ ڪان پوءِ ڪجهه ڏينهن لاءِ ته ڇڻ سينوئي سنوارجي پوندو هو. فقير قوت علي سان ڪچهريءَ جي ڪري ڪيفيت ئي منجي ويندي هئي.

اڄ نه لوطاقن ۾، طالب تنوارين،

آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون مارين،

جي جيءَ کي جيارين سي لاهوتي لڏي ويا.

هتي هڪ ڳالهه ضروري ٿو سمجهان جيڪا قوت علي فقير ڪان صادر ٿي هئي، پاڻ ٻڌايائون ته هڪ دفعي برسات تمام گهڻي پئي، فقير پاڪ مهدي مولا جن به ديوان چاندو فقير " پرولن علي " جي مئخاني مبارڪ ۾ موجود هئا، جادو واهڻ جا ڪجهه ماڻهو ميڙ ٿي فقير پاڪ وٽ آيا ۽ عرض رکيائون ته مالڪ ڪا نظر ڪريو هي برسات بند ٿئي. پاڻ فرمايائون تڪر جو ڪورو ٿانءُ " جيڪو امايل يا استعمال " ٿيل نه هجي سو آٿي ڏيو. جڏهن ڪورو ٿانءُ آيو ته قوت علي کي حڪم فرمايائون ته فقير پاڪ جو ويس " دلق " ڪٿي انهيءَ ٿانءَ ۾ ڊوئي ٻاهر رکو ته اس نڪري ۽ اهو ويس سڪي. ٿيو به ائين ئي اهو ويس ٻاهر رکيو ويو، گهڙي ڪن ۾ ئي سج نڪتو، اس ٿي برسات ۽ جهڙ ختم ٿيو. اهڙي طريقي سان اهو ويس به سڪي ويو، ائين عرضدارن جو اهو عريضو اگهي پيو.

قوت علي فقير ٻڌايو ته هڪ دفعي ڪو شخص آيو جنهن جي سڄي جسم تي زخم هئا. قوت علي فقير نالو ٻڌايو هو مگر مونکي ذهن ۾ نه آهي، انهيءَ درويش اچي مالڪ مهدي پاڪ کي عرض ڪيو ته مونکي دعا ڪريو ته هي زخم ختم ٿين. پاڻ فرمايائون فلاڻو ڏس ڪر! درويش چيو سرڪار پاڪ اهو مون ڪيو آهي. اهڙي طرح ٽي دفعا ٿي ڏس ڏنائوس ليڪن درويش چيو سرڪار اهي ڏس پنڌ مون

ڪيا آهن پاڻ آخر ۾ فرمايائون ڏوڙ وجي پاءِ انهيءَ درويش ٻہ ٻاهر نڪري سڄي جسم تي گرم مٽي وجي وڌي. ڪجهہ ئي عرصي کان پوءِ انهيءَ درويش جي جسم تان زخمن واري ڪل لهي وئي. نئين ڪل ظاهر ٿي ۽ اهو درويش ٺيڪ ٿي ويو. قوت علي فقير پٺاڻ وارن جي خاندان ۾ هڪ ٻي عظيم هستي ٿي گذري جنهن جو تعارف ڪنهن تعريف جو محتاج نہ آهي، اسان جي علائقي ۾ جيڪا علم جي لاٽ ٻاريل آهي، انهيءَ علم جي ٻاريل لاٽ ۾ سندن ڪردار ريڙهہ جي هڏيءَ مثل رهيو. اها عظيم هستي استاد الهہ بخش پٺاڻ صاحب جن آهن. سائين الله بخش پٺاڻ صاحب جي تعريف لاءِ لفظ محتاج آهن. اسان جي علائقي ۾ جيڪا علم جي نور جي روشني آشڪار آهي اها فقط ئي فقط استاد الهہ بخش پٺاڻ صاحب جي ڪري ئي آهي. پاڻ پرائمري اسڪول جادو واهڻ جا استاد ۽ هيڊ ماستر رهيا. پاڻ ڪيترائي وڏا آفيسر پيدا ڪيائون ڪيترائي پروفيسر، ڊاڪٽر انجنيئر ۽ ٻيا آفيسر هتان تيار ڪيائون. سندن سنڌي اکرن جي سهڻي لکت جو ڪيترن ئي شاگردن تي اثر عيان آهي. سائين اڪيلي سر سڄي جادو واهڻ اسڪول کي سنڀاليندا هئا. استاد سيد ڏتي بخش شاهہ بخاري ٻہ اتي استاد رهيا جيڪي فقير پاڪ مهدي مالڪن جا طالب هئا. سندن طالبيءَ جو اسم مبارڪ صادق علي هو سروس جي دوران ئي موج مستيءَ ۾ اچي ويا. مست ٿيڻ ڪري استاد ڏتي بخش شاهہ کي ٻہ استاد الهہ بخش کي سنڀالڻو پوندو هو. استاد سيد ڏتي بخش شاهہ ٻہ پنهنجو مٽ پاڻ هيو. سندس اکر موتيءَ جا داڻا هوندا هئا. مگر مستي ۾ اچڻ کان پوءِ جلد ئي جبري رٽائر ڪيا ويا. اڄ ٻہ انهن ساداتن جو گهراڻو جادوواهڻ ۾ موجود آهي مگر استاد سيد ڏتي بخش شاهہ بخاريءَ کي نرينہ اولاد ڪو نہ هو.

استاد الهہ بخش پٺاڻ صاحب هن علائقي جو نہ فقط استاد بلڪ چڱو مڙس، سماجي سرواڻ ۽ وڏو سپورنج ۽ سچو انسان هو. اسان جڏهن پرائمري ۾ پڙهندا هئاسين تہ هر جمعي تي سائين پنهنجي گهر جي ڀرسان مسجد ۾ سڀني شاگردن کي وٺي هلندو هو. ۽ خير سگهائيءَ لاءِ اتي ننگر نان جو بندوبست ڪندو هو. جن گهوڙن جا هار گسائيندا هئا انهن وٽ پاڻ هلي ويندا هئا ۽ ڪين ايلاز منٿون ڪري ٻہ ٻارن کي پڙهائڻ لاءِ اتساهيندا هئا.

جادو واهڻ ۾ هڪ ٻي شخصيت جيڪو قمر علي ولد مولوي عبدالغفور پٺاڻ ٿيا. جيڪي عمر ۾ قوت علي فقير کان وڏا هئا ۽ قوت عليءَ کان ٻہ گهڻو وقت پهريان فقير پاڪ مهدي شهنشاهہ جا طالب هئا.

هڪ مست مجذوب درويشياڻي نالي نورجهان پٺاڻ فقير ياڻيءَ جو طالبيءَ جو نالو ملي نہ سگهيو آهي، جيڪا فقير پاڪ مهدي مالڪن جي طالبياڻي هئي. هيءَ فقيرياڻي مظهر نواز پٺاڻ جي امڙ هئي. هي درويشياڻي ٻہ پنهنجي مرشد پاڪ کي اثبات ڪرڻ ڪري وڏي رنگ ۾ رنگيل هئي. ڳوٺ جا وڏڙا ٻڌائن ٿا تہ هن مائي نورجهان پنهنجي مرشد کان سوال ڪيو هيو تہ اسان کي ڪيئن خبر پوي تہ اوهان هن عالمِ ناسوت جي جهان مان پردہ پوشي ڪري رهيا آهيو. پاڻ فقير پاڪ کيس سوال جي جواب ۾ فرمايو هيو تہ جڏهن اسان اوهان کي مٿان هوا ۾ پرواز ڪندي نظر جون تہ سمجهي وڃجو تہ اسان هن عالمِ ناسوت مان پردہ پوشي ڪيون ٿا وڃون. ٿيو ٻہ واقعي ائين ئي. درويشياڻيءَ عصر ويل جڏهن فقير پاڪ مهدي مرشد مالڪ کي پرواز ڪندي مٿان ڏٺو تہ پاڻ هن مجذوب فقيرياڻيءَ وڃي پنهنجي پٽ مظهر نواز کي اٿاريو. پٽ کي فرمايو تہ مظهر اٿ اڄ فقير سائين مهدي مولا هن ظاهري جهان مان موڪلايو ٿا وڃن. بهر حال! فقر تہ تاحيات آ. موت ظاهري جسم کي آهي. جنهن جو ثبوت لاءِ فقير پاڪ جو ٻول آهي.

مرڻ جيئڻ وس منهنجي، قضا کي ڪهڙي قدرت
قضا کي ڪهڙي قدرت، وسري ويئي وحدت
ظاهر ڪيڙم ذات ۾، "مهديءَ" جي مورت.
فقير پاڪ مهدي مولا

حق موجود سدا موجود

# ڀيھر ڀيجل ڀوليو

اطھر علي "اطھر"



هند سنڌ ۾ ته ڇا پر تقريبن سڄي دنيا ۾ مشڪل سان ڪو ماڻهو هوندو جيڪو شاهه عبداللطيف ڀٽائي کان واقف نه هوندو. ڇا ڪاڻ ته هي آفاقي ۽ الهامي شاعر سڄي دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهي، اڄ ڏينهن تائين شعر ڪوئي ۾ سندس خال نه ڀرجي سگهيو آهي ۽ نه ڀرجڻوئي آهي. حقيقتن ڏٺو وڃي ته قرآن پاڪ ۾ ٽيهه سيپارا آهن ته شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي مبارڪ ۾ به ٽيهه سر آهن. پاڻ هڪ بيت ۾ ته هن طرح به فرمايو اٿن ته.

جي تون بيت ڀائين، سي آيتون آهين،
نيو من لائين، پريان سنڌي پار ڏي.

هونئن ته ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جو مثال ملڻ ئي مشڪل آهي مگر اڄوڪي هن مضمون ۾ آءُ سندس ئي سر "سورٺ" طرف قارئين حضرات کي وٺي هلندس، هن وقت تائين ڪيئي عاشق درويش ته آهن جن شهادت جو جام نوش فرمايو آهي، ڪئي اهڙا به عاشق درويش پڌا آهن جيڪي مختلف آزمائشن، اذيتن، عقوبتن، تڪليفن، درد، پيڙائن، ڦاسين ڦندن يا سولين تي سر ڏئي سرها ٿيا آهن. اهڙو ته ڪو هڪ اڌ ئي هوندو، جنهن پنهنجو سر مبارڪ پنهنجي ئي هٿن سان پاڻ سو به سر ساز تي، مست مگن ٿي ڪٽي ڏنو هجي. ڀلا ڪربلا جو قصو ڪنهن کي ياد نه هوندو، جنهن جي ياد محرم جي مهيني ۾ مولائي تازي ڪندا رهن ٿا، جنهن واقعي ۾ ڇهن مهينن جو معصوم به هٿن تي ڪٽي شهادت جي جام لاءِ پيش ڪيو ويو. ڇا ڪو اهڙو زخم هيو جيڪو ڪربلا جي شهيدن کي نه ڏنو ويو آهي، مگر هن سر سورٺ جو قصوئي ڪجهه الڳ آهي. اصل ۾ هي جسم ته سندس ئي ڏنل امانت آهي. جيڪو فاني آهي ۽ فاني ٿيندو. جنهن لاءِ شاهه سائين به هن طرح فرمايو آهي.

فاني ني فاني، دنيا دم هڪڙو،
ڪوڙ ۽ ڪاني، آهي سر سڀ ڪنهن.

هي جسم جيڪو ڀڄي ڀورا ٿيڻ واري شيءِ آهي. وقتي طوران جي ورڻ هر شيءِ کان قيمتي آهي. ان جي قيمت جو ڪاٿو ڪري ئي ڪو نه ٿو سگهجي، هڪ هڪ وار جي به وڏي ورڻ آهي جيڪو مالڪ جي طرفان مليل آهي، پوءِ به ڏسو ته چڪور چنڊ جو عاشق ڪيئن نه چوڏهينءَ جي چنڊ تي مست مگن ٿي. ميلاپ لاءِ سڄي رات پرواز ڪري ڪيس پائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. آخر اها چنڊ جي چاهت ئي انهيءَ کي چڪنا چور ڪري ڇڏي ٿي ۽ هو جان تان هٿ ڌوئي ويهي ٿو.

بيو ته ٿهيو پتنگ پرواني کي ڏسو اهو اگ جو عاشق بغير ڪنهن سوچ سمجهه جي پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي ٿو. ڪيس ڪهڙي لالچ لوڀ آهي، جيڪا هن کي مچ ڏسي موت مٺو لڳي ٿي. هو اچي پاڻ پنهنجو اگ ۾ اڇلائي ڇڏي ٿو. ائين ئي انهيءَ ديواني عاشق جو به انت اچيو وڃي ٿو.

انهيءَ خاص هرڻ جو ئي مثال وٺجي جيڪو مشڪ جي خوشبو تي مست مگن ٿي. انهيءَ خوشبوءِ کي هٿ ڪرڻ لاءِ جيڪا خوشبو سندس ئي دن ۾ موجود آهي. هو هرڻ ڪيئن نه ڊوڙندو رهي ٿو، هي هرڻ انهي راز کان واقف ڪين آهي ته ڪا اها خوشبو سندس ۾ ئي موجود آهي، جنهن خوشبو خاطر هو جان جي بازي لڳائي ڇڏي ٿو.

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته استاد مولوي جمال الدين کهڙو جيڪي "اجمل" جي اسم مبارڪ سان گهڻو مشهور هيا، جيڪي اسان جي علائقي جي تمام وڏي مان وارا ۽ معتبر شخصيت هئا. گهڻ ۾ گهڻ اسان جي کهڙا ذات ۾ ته سندس جهڙي هستيءَ جو مثال ملڻ مشڪل آهي ۽ ملندو به ڪو نه. پاڻ پنجن ٻارهن جا پياسي ۽ سچا عاشق رسول هئا. اسان جي ڀرسان واري ڳوٺ گهرام جا رهائش پذير هئا.

سندن روضو مبارڪ به اتي ئي همير جي شاخ جي ڪپ تي جڙيل آهي. پاڻ ڪيترن ئي روحاني پياسن جي پياس پا اچ اجهائڻ جا مرتب ٿيا. اسان جو به سندس سان محبت جو سڳو پوتل هو. اسان به اجمل سائينءَ کان لطائف هلرايا هئا. ڪنهن لڳا سائين اوچتوئي اچتو اچي اسان جي جادو واهڻ واري اسڪول ۾ نمودار ٿيا. پاڻ فرمايائون ته اڄ اوهان جي سڪ ستايو ۽ خاص ڪچهري ڪرڻ آيا آهيون .مون سندس وڏاوڙ سمجهيا بهرحال! ڪچهريءَ جو موضوع سونهن يعني حسن هو. سائين اجمل مونکي ٻڌايو ته جن جا روح سيلاني هوندا آهن .اهي آسمانن جا سير به ڪندا آهن. جڏهن هو آسمان جو سير ڪن ٿا ته اتي هو ملائڪن کي به ڏسن ٿا. ملائڪ نهايت حسين و جميل آهن اهوئي سبب آهي ته هو ظاهري زماني ۾ به حسن ۽ سڪ سونهن ۽ پيار جا پوڄاري ٿين ٿا.

مٿي مون جيڪو پتنگ جو ذڪر ڪيو آهي انهيءَ ۾ اضافي خاطر آءُ ختنگ جو به ذڪر ضروري ٿو سمجهان تمام ٿورڙا ئي ماڻهو هوندا. جيڪي ختنگ نالي کان واقف هوندا. هيءُ ذڪر جادو واهڻ جي هڪ نالي وري صوفي صفت درويش قوت علي پناڻ معرفت اسان تائين پهتو.

سائين منهنجا سچ ته هي آهي ته اڄ اهي انسان ڏاڍا اڻ لڀ يعني ناياب ٿيندا پيا وڃن. جن سان وڃي روح رچنديون ڪبيون هيون. قوت علي فقير جن فقير پاڪ مهدي مالڪ جا طالب درويش هئا. تصوف ۾ اسان جي علائقي جا تمام وڏو علمي خزانو هئا. فقير پاڪ جي دور جو ڳالهيون، سندس اندازي بيان راڳ جي ڄاڻ، راڳ ڳائڻ جو انداز، ڳائڻ وقت هر اوستيءَ ۾ اچي نچي ڳائڻ، پنهنجي مرشد مهدي مولا جي ثنا ساڻڻ ۾ قوت علي پنهنجو مٽ پاڻ هو. اڄ ته دل روئي پڪاري پئي.

ويا سي وينجهار هيرا لال ونڊين جي.

قوت علي فقير ٻڌايو ته هڪ دفعي فقير پاڪ مهدي مالڪن فرمايو " ڏيجان اهڙو ڪو آهي، جنهن کي خبر هجي ته ختنگ ڇا آهي؟ سڀ خاموش ٿي ويا سون خبر جو ڪنهن کي ڪين هئي. پاڻ فرمايائون ختنگ به پتنگ جيان اُگ جو هڪ عاشق آهي. فرق فقط اهو آهي ته پتنگ اُگ ۾ پاڻ اڇلائي جڏيندو آهي. انهيءَ جي ڀيٽ ۾ ختنگ اُگ جو اثر يا گرمائش يا تئه پسي اچي خبر ٻڌائيندو آهي، يعني ختنگ انهيءَ اثر جو خابرو آهي، يعني پيغام پهچائيندڙ ڪٽي چئجي. الله اڪبر! اڄ ته قوت علي فقير به گهڙي ڪن لاءِ خاموشي ڪري اسان جي اکين کان اوجهڙ ٿي وڃي ابدي آرامي ٿيو. باقي ته روحن جا رشتا اٽٽ آهن جيڪي دائم قائم رهندا ۽ رهڻا آهن. جيئن هي شعر آهي.

مرشد ڪجن او ترا، جيئن چنيءَ مٿي چٽ،
پيا سيئي مٽ، هادي هوندم هڪڙو.

اهڙي طريقي سان انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو اضافو ڪين آهي ته قوت علي فقير به اسان جي الستي عشقي پياس پوري ڪرڻ لاءِ واهه جو ناتو نينهن نڀايو نڀايو، تازو گذريل سال ئي 2021ع ۾ قوت علي فقير سائين جن به پنهنجي سفر سچي راهه رنداني تي راهي ٿي چڪا آهن دل ته ائين ٿي چوي ته اڄوڪي مضمون جو منهن موڙي قوت علي فقير تي ئي لکان پر اصل موضوع جيڪو دل ۾ سنهڙي بوند جيان برسي رهيو آهي. انهيءَ مضمون تي لکڻ لاءِ مون مجبور آهيان، ڇاڪاڻ ته اهو مضمون يا موضوع هلڪڙيون ڇهنڊڙيون پائي پاڻ ڏي رخ مٽائي رهيو آهي.

آءُ انهيءَ خيال جو عادي ڪين آهيان ته ڪنهن ڪتاب تان مضمون اتاري " المعراج " سوونيئر جي زينت بنايان. انهيءَ ڪري خيال جو به خيال ئي ڪرڻو ٿو پوي.

ها ته مٺا منصفين! ذڪر پيو هليو عشاقن جو جيڪي آواز، سر، ساز، سنگيت ۽ سوال تي سِر ۽ سُر ڏئي سدائين لاءِ سرها ٿيا. سچ ته اهي عشاق اڄ به امرت آهن. انهن عاشقن کي ڄڻ خضري عمر ملي وئي يعني هو تاحيات زنده آهن.

صوفي سٽ جا ساٿيو! ديپڪ راڳ جو ئي مثال

ونو جيڪو سڪ ۽ سچائيءَ جو ثبوت آهي. قصو ائين آهي تہ ققنس نالي هڪ پکي ٿيندو آهي جنهن جي چهنب ۾ سنهڙا سوراخ سرجيل آهن. اهو پکي ڪک، ڪانا، ڪاٺيون، ڪنو ڪري، هڪ آکيڙو، اڏيندو آهي. آکيڙو اڏي پاڻ ان ۾ ويهي نهايت ئي سريلي سهڻي آواز سان چهنب مان آواز آلاپيندو آهي. انهيءَ آلاپ جو اهڙو تہ اثر هوندو آهي جو سندس آکيري کي آگ وڪوڙي ويندي آهي. انهيءَ آگ جي اثر هيٺ اهو ققنس پکي پڻ آکيري سميت سڙي خاڪ ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح وري مينهن واري موسم ۾ جڏهن برسات پوندي آهي تہ انهي خاڪ تي مينهن پوڻ ڪري لن مان هڪ آنو ڦٽندو آهي. جنهن آني مان پيو ققنس جنم وٺندو آهي. اهڙي طرح ققنس پکيءَ جو نسل زنده رهندو آهي. راڳ جا ڄاڻو ماڻهو ٻڌائن ٿا تہ ققنس پکي پنهنجي چهنب مان جيڪو آواز آلاپي ٿو، انهيءَ سر جو نالو ديپڪ آهي. انهيءَ ديپڪ سر ڳائڻ سان راڳيندڙ ٻاهہ ٻاري وجهندا آهن ڪتابن ۾ قربائتين ڪچهرين ۾ انهن ڳالهين جو بہ ذڪر اچي ٿو تہ تانسين راڳ جي آلاپ سان پاڻيءَ ۾ ٻاهہ ٻاريندو هيو.

سر سارنگ جو مثال بہ اوهان جي آڏو آهي هي بہ هڪ اهڙو سر آهي، جنهن سر جي ڳائڻ سان مينهن وسيو پوي. اهي تہ سڀ اکين ڏٺا مثال ۽ مشاهدا آهن. استاد منظور علي خان جيڪو پاڪ فقير مهدي مهندار مالڪ جو دست بيعت طالب هو. نہ فقط منظور علي خان پر لن جو والد ۽ محترم گلزار علي، يوسف علي، وحيد علي، منصور علي، فتح علي ۽ ٻيا سوين اهڙا راڳيندڙ انهيءَ پاڪ فقير مهدي مهندار مالڪ جي نرسري مان ئي نڪتل گل هئا. اڄ بہ اهڙا شاهد موجود آهن جن جي سامهون منظور علي خان سر سارنگ ڳايو ۽ جهڙ ٿي پيو ۽ مينهن اچي پاڻ ملهايو. پيو تہ ڇڏيو!

ٻاٻيهي پکيءَ جو مثال وٺو. جيڪو ساوڻ جي ڏينهن ۾ ٿر اچي وسائيندو آهي، ٻين ڏينهن ۾ اهو پکي غائب ٿي ويندو آهي جڏهن ٻاٻيهو جنهن کي پپيهو يا تاڙو بہ چوندا آهن. ٻوليندو تہ اتان جا ماڻهو سمجهي ويندا آهن تہ اجهو ڄاڻ مينهن وسيو ڪي وسيو.

ڪافي ڏينهن کان مسٽر ذوالفقار علي دربان جيڪو ايف جي اسڪول حيدر آباد ۾ پرنسپال آهي، تنهن مونکي چيو تہ جڏهن بہ حيدر آباد اچو تہ ضرور اچڻ ٿر هلنداسون. جتي ڪپري کان چند مائيلن جي مفاصلي تي هڪ ڳوٺ موجود آهي. انهيءَ ڳوٺ ۾ عطاءُ الله چانهيو نالي منهنجو دوست آهي. جنهن ذاتي ذوق خاطر پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ ميوزم ٺهرايو آهي. جيڪو ميوزم ڏاڍو مزيدار، سهڻو ۽ گهمڻ جهڙو آهي. هن سفر ۾ مسٽر ذوالفقار علي دربان، سندس دوست نبي بخش مهر، قربان علي خاصخيلي، آءٌ ۽ اسان جو نينگر سجاد الرحمان جيڪو حيدر آباد ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر آهي، گڏ هئاسون. مسٽر عطاءُ الله اسان سان ڪپري شهر مان اچي سلهاڙيو ۽ پنهنجي ڳوٺ وٺي هليو.

ادا عطاءُ الله چانيهو ٻڌايو تہ منهنجي ڏاڏي جي ٻاٻيهو نالي سان ڳوٺ آهي، جنهن جو نالو ٻاٻيهو هيو. ادا عطا الله سان شاهہ عبداللطيف جي سرن تي تمام سٺي ڪچهري ٿي پاڻ ڀٽائيءَ جي شاعريءَ تي تمام وڏي دسترس رکندڙ آهي. بيشڪ هن دوست ڪيرون لهٽيون جو ڪروڙ خرچ ڪري اهڙي قسم جو هن ميوزم جوڙيو آهي. هن ادا اسان کي ٻاٻيهو جي لاءِ ڏاڍي ڄاڻ فرهام ڪئي. سائين ٻڌائي پيو تہ هي پکي ڪئنڊا کان ايندو آهي.

حضرت دائود عليہ السلام جو مثال وٺو سندس زبان ايڏي تہ شيرين هوندي هئي جو جانور پکي پڻ سندس آواز مٿي مست ٿي پوندا هئا. ڪنهن ڏاهي ڪيڏو نہ خوب چيو آهي ”جنهن انسان تي ساز ۽ آواز جو اثر نٿو ٿئي ٻڪ سمجهو ان جي دل مرده آهي.“

منا سائين! اصل ۾ هن مضمون ”ٻيهر ٻيجل ٻوليو“

جي لکڻ جو اصل مقصد پاڪ فقير مهدي مهندار جو اهو قصو آهي جيڪو ڪين ڪوٽ ڏجيءَ جي پرسان دونهي پاڪ واري مٺخاني تي پيش آيو هيو. جنهن طريقي سان ٻيجل سر جو سوالي بڻجي، تند تنواري اچي راءِ ڏياج وقت جي حاڪم وٽ سر ڪٽي ڏيڻ لاءِ سٺين هٺي ٿو. راءِ ڏياج گهڻئي ڪيس موتي هيرا، لال، جواهر ۽ ملڪيت ڏئي ڪيس ريجهائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، مگر منگتو مڙي ئي نٿو. راجا ته بي خود ٿي ڪيس طرحين طرحين انعام اڪرام آڇيندو رهي ٿو. ٻيجل سواءِ سر جي ڪا ٻولي ئي ڪونه ٿو ٻولي، وري وري سرندو وڃائي سر جي سٺين ورجهائي رهيو آهي. ٻيجل به نڪا ڪري ٿو هم نه تم، پنهنجو سر ڪٽار " تکي تار " سان ڪٽي ڪٽي سندس حوالي ڪري ٿو.

شاهه عبدالطيف ڀٽائي ڏياج راجا جو ٻيجل کي ڪٽار سان سر ڪٽي ڏيڻ کي هن طرح بيان ڪيو آهي.

ٽيئي پرچيا پاڻ ۾، تند، ڪٽارو، ڪنڌ،
توجيهو ناهي ڪو، جو تو چارڻ ڪيو پنڌ،
اي شڪر الحمد! جو متو گهريوءِ منگتا.

فقير پاڪ مهدي مالڪ به جنهن دؤر ۾ دونهي پاڪ جي مٺخاني مبارڪ تي رهندا هئا ته ڪنهن سواليءَ گهوڙي سوار اچي پنج روپين جي سٺين هڻي ته آهي ڪو سخي مرد مجاهد جيڪو مولا جي نام تي سواليءَ جو سوال پورو ڪري ۽ پنج روپيه ڏياري. فقير پاڪ جڏهن اهو سوال ٻڌو ته هڪدم دل ۾ سوچيائون ته شايد اڄ ڪو مالڪ جي طرفان وڏو امتحان آهي. عشق ۾ لٽا ليڙون ٿيڻ، وار چتا تي وڃڻ، پيرن ۾ جيت پئجي وڃڻ، ڳچيءَ ۾ ڏنيرن جو پئجي وڃڻ وغيره ته پهريائين امتحان پاس ڪري چڪا هئا، پر هي وري نئون امتحان پيو شروع ٿئي. سو پاڻ هڪدم ان رلز کي رضا سمجهيائون، پاڻ سوالي درويش کي فرمائڻ لڳا ته اسان وٽ پنج روپيه ته آهن ئي ڪونه! باقي مولا جي نام تي هي سر حاضر آهي.

هتي سوالي ٻيجل ۽ پاڻ راجا ڏياج تي ٻيڻا فرق اهو هيو ته راجا وٽ دنيا دولت هئي. مالڪن وٽ ته نام مولا جو باقي ڪل خير! سو سواليءَ کي پنجن روپين جي عيوض سر ڪٽي آڇيائون. منگتو ته منگي پيو پنج روپيه، سو پئسه نه هجڻ ڪري سر وٺڻ تي به راضي ڪين ٿي ٿيو. هتي پاڪ فقير مهدي مالڪ پئسن نه هئڻ ڪري از خود سر ڏيڻ جي سخا پيا ڪن. هاڻي اهو ته سواليءَ تي هيو ته سر لٽي يا ڪٽي وٺي يا سڄو بدن مبارڪ گهري وٺي. باقي سخا ۾ ته ڪيس سر ملي چڪو. سوالي به سر وٺڻ تي راضي ٿي ويو، انهيءَ ڪري سواليءَ حڪم ڏنو ته ٺيڪ آهي مونکي توهان جو سر قبول آهي. هاڻي توهان کي ڪٽي اڳتي ڪنهن ضرورت مند وٽ هلي وڪڻبو. گهوڙي سوار پاڪ فقير مهدي مالڪ کي حڪم ڏنو ته گهوڙي جي اڳيان هلو ته جيئن اوهان کي وڪڻي پنج روپيه وٺي پنهنجو مقصد پورو ڪري سگهجي. هاڻي پاڻ گهوڙي جي اڳيان هلڻ شروع ڪيائون. جيئن جيئن گهوڙو تيز ٿيندو وڃي ايئين پاڻ به تيز ٿيندا پيا وڃن. آخر ڊوڙندا ڊوڙندا اچي ٽنڊو مستي پهتا. اتي ٽنڊو مستيءَ ۾ گهوڙي سوار هوڪو ڏيڻ شروع ڪيو. گهوڙي سوار ڏاڍيان چوڻ لڳو. مون وٽ هڪ نوڪر آهي، جيڪو پنجن روپين ۾ وڪڻڻ چاهيان ٿو. آهي ڪو حاجتمند جنهن کي نوڪر " ٻيليءَ " جي ضرورت هجي. آءُ انهيءَ کي پنجن روپين عيوض هي نوڪر وڪڻي ڏيندس. ڪو وقت ته گهوڙي سوار هوڪا ڏيندو رهيو. مگر ڪو نوڪر وٺڻ لاءِ راضي ڪونه هو. اهڙي طرح گهوڙي سوار به گهوڙو ۽ نوڪر ڦيرائيندو به رهيو ۽ هوڪا به ڏيندو رهيو. انهيءَ دور ۾ پنج روپيه به ڪي ٿورا ته ڪونه هئا. اڄ جي دؤر جي حساب سان اها تمام گهڻي رقم هئي. آخر ڪار هڪ هندو هٽ واڻيو نڪري آيو. جيڪو پنجن روپين عيوض نوڪر وٺڻ لاءِ راضي ٿي ويو. گهوڙي سوار کي پنج روپيه ڏئي نوڪر خريد ڪيائين. هاڻي اهو هندو درويش پنهنجي دوڪان ۾ نوڪر " فقير پاڪ

مهدي مولا" کي وٺي ويو، سانوڻ جا ڏينهن هئا، سخت گرمي هئي، انهيءَ هندو درويش وٽ هڪ جهلي لڳل هئي. جهن ڏؤر ۾ بجلي نه هئي انهيءَ دور ۾ جهلين کي هلائي پکهر سڪايو ويندو هو. هندو درويش به پنهنجي نوڪر کي جهلي هلائڻ تي ويهاري ڇڏيو. وڪاٺ جا کهڙا ملهه، پاڻ به هندوءَ جو پکهر سڪائڻ لاءِ اها جهلي هلائيندا رهيا، پلا ديوان کي کهڙي خبر ته ڪنهن ڪان جهلي ڇڪرائي رهيو آهيان، جو ته قربان وڃجي اهڙي عظيم هستيءَ تان جيڪي پنهنجي قول ۽ فعل ۾ ترجو فرق ڪو نه پياڪن سر مبارڪ وڪيائون. هاڻي سر وٺندڙ تي هيو ته اهو انهيءَ ورتل سر مان ڪو ڪم ٿو وٺي يا ڪيس ڪٽي ٻوٽيون ڪري وڪٽي يا اڇلائي ٿو ڇڏي. پاڻ ته پاڪ فقير هر عمل لاءِ راضي هئا.

ٻيجل ٻيهر ٻوليو، ٿيو سر سندو سوالي،
گهوري گهوٽ ڏنو، ڪين چپ چوريو،
" اطهر " سر گهوريو، عشاقن انهيءَ عشق ۾.

بهرحال! جڏهن مجيد ملاح جيڪو مير صاحبان جو جمعدار رکيل هيو، انهيءَ مجيد ملاح کي به فقير پاڪ سان چڱي خاصي انسيت هئي، جڏهن مجيد ملاح دونهين پاڪ جي مئخاني تي آيو. پاڻ مجيد ملاح جو مهدي پاڪ کي مئخاني تي موجود نه ڏٺو ته ڏاڍو پريشان ٿيو، هِن هُن کان پڇا ڪرڻ لڳو، ايندي ويندي کان پي پتا پار پڇيائين ته ههڙي آرين پارين ڪنهن ڪو درويش ته ڪو نه ڏٺو، آخر! ڪٿان وڃي ڪو پيرو ڪرو يا پتو پيو ته اهو شخص اهڙي آرين پارين گهوڙي سوار جي اڳيان ٽندو مستي طرف پڄندو پي ويو. جمعدار ملاح به ٽندو مستيءَ ۾ پهچي جاچ جوچ ڪئي ۽ ڪيس خبر پئي ته پاڻ پاڪ فقير کي هڪ هندوءَ سيٺ خريد ڪيو آهي. جمعدار جڏهن هندوءَ سيٺ وٽ پهتو ته پاڪ فقير کي جهلي ڇڪيندي ڏسي اچي اچانڳرن ۾ پيو.

هندو سيٺ اهو منظر ڏسي حيران ٿي ويو. پلا هندوءَ کي کهڙي خبر ته هو ميرن جي ماڻهو جمعدار جي مرشد کان جهلي ڇڪرائي رهيو آهي. ويچارو ديوان وائڙو ٿي ويو، جمعدار پانهون ٻڌي پاڪ فقير کي عرض ڪيو سرڪار پاڪ مئخاني تي هلجي. پاڪ فقير هلڻ کان نابري واري ۽ هلڻ کان انڪار ڪيو. هندو درويش به منٿون ڪرڻ لڳو ته اوهان پلي وڃو. گهڻي منٿن کان پوءِ پاڻ جمعدار کي چيائون اسان وڪامجي چڪا آهيون پر شرط اهو آهي ته هن هندو درويش کي پنج روپيه پنهنجا ڏيو ته پوءِ اسان هلڻ لاءِ تيار آهيون. جمعدار سيٺ کي پئسه ڏنا تي ليڪن سيٺ وٺڻ لاءِ راضي نه ٿي ٿيو. بال آخر جمعدار پنج روپيه ڏئي پاڪ فقير مهدي مولاکي واپس دونهين پاڪ جي مئخاني مبارڪ تي وٺي آيو. اسان جا مرشد پاڪ مخدوم سمر علي سردار به ڪي سال پنهنجي مرشد پاڪ جي مئخاني تي سنگ جي صورت ۾ اتي سجود ڪرڻ لاءِ قرب جا قدم ڪٽي هلندا هئا. جتي ٻول ڪلام ۽ طعام جو بندوبست به ڪيو ويندو هو. پر هاڻي مالڪن مرشد سمر علي سائين وٽ به اچي پيري ظهيريءَ ظاهري اظهار ڪيو آهي. جنهن ڪري ڪجهه سالن کان اهو سلسلو بند آهي.

سچ ته سي ساري ڏينهڙا،
اڄ ٿيون اکيون روئن رت قڙا،
اهي "اطهر " الائي ڪاڏي ويا،
جي زخمن تي رکندا هئا ٻڙا.

ها مگر ! ائين به ڪو نه آهي ڪو، جي اها نيڪ نظر آهي ته اڄ به اهي ڪل جڳ ڪاپڙي موجود آهن. باقي ته ديد واري درويشن جي دل ۽ دماغ تي دارو مدار آهي. وڪر وٺڻ وارو ڪيترو ظرف رکي ٿو. دعا آهي، ته اڃا ته ڪو وقت سچائي سڪ، محبتون قربتون قائم دائم رهنديون.

تازوئي هن سال نومبر مهيني ۾ 2022ع ۾ جڏهن سنڌ جي تعليم واري وزير سيد سردار علي شاهه صاحب اوچتو اهو اچي ڪڪر ۾ ڪڙو هنيو آهي. سيد سردار علي شاهه اهو اعلان ڪيو آهي ته ميوزڪ ٽيچر ڀرتي ڪيا ويندا، هاڻي ته اچي مامي ملان وارن جي اسلام کي خطرو ٿيو آهي، مامي ملان وارا مچرجي

پيا آهن. جن جنگ ۾ جهاد جو اعلان ڪري ڇڏيو آهي. لڳي ٿو تہ هڪ دفعو ٻيهر بمن ڌاهڻ وارين فنڪارين صاف ڪري هلايون ويندين ۾ ماڻهن کي روزگار جا ڪوڙ سارا موقعا ملندا.

ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ سيد سردار علي شاهہ انهيءَ اعلان تان اڻ ڇاٽايل مدي تائين هٽ ڪٽي وڃي. ڇو تہ سردار علي شاهہ صاحب سياڻو آهي سنڌ ڌرتي جا ماڻهو نہ مارائيندو. مگر مامي ملان وارن کي اها ڳالهہ ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جيان سرو ساز سنگيت تہ سنڌي ماڻهن جي رڳن ۾ رت جيان شامل آهي. هزارين حيلا هلائڻ جي باوجود بہ بم وارن سان سنڌي ماڻهو سهمت ۾ ڪو نہ ايندا. توڙي جو اهڙا ماڻهو هاٿي ملڪي اسلام کي ڦهلائڻ لاءِ افغانستان کان لکن جي تعداد ۾ افعاني گهرائي سنڌ ۾ وڏي پلاننگ سان آباد ڪرائي رهيا آهن. هيڏانهن وري اهي ساڳيا بم برسائيندڙ ڪوڙو قوم پرستيءَ جو رينگٽ بہ رچايو ويٺا آهن. اهو تہ انهيءَ پڪيءَ وارو مثال آهي. جيڪو ڪڏهن پکين ۾ تہ ڪڏهن جانورن ۾ پاڻ موڪڻ جي مڏي سڏي ڪوشش ڪندو آهي.

بهر حال!: دعا آهي تہ الله ڪين سنڌ ڌرتيءَ سان سچائيءَ جي ساڃاهہ سونپين جو ڀٽائيءَ جي هن بيت تي عمل پيرا ٿين.

روزو نماز، ايءُ پڻ چڱو ڪم،
اهو ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسين پرينءَ کي.

ڪجهہ سالن جي ڳالهہ آهي جو ڳوٺ يار محمد مرڪنڊ ۾ فرهاد علي فقير طرفان جيڪو پنهنجي مرشد فقير مخدوم سمر علي سرڪار جي شان ۾ 15 جنوريءَ تي اوتار وارو ڏينهن ملهايو ويو. اهو ڏينهن محرم ماهہ جو 6 تاريخ وارو ڏينهن هو. پاڻ سردار مخدوم سمر علي سردار فرمايو تہ چون ٿا محرم ماهہ ۾ راڳ ڪين ڳائجي، مگر اسين تہ راڳ يعني توحيد جي محفل رچائينداسون. تهان پوءِ حڪم صادر ڪيائون ساز سرود ڪٺي اچو. يڪدم سندن حضور ۾ ساز سرود آندا ويا. پاڻئي راڳ جي آڳي جو آلاپ شروع ڪيائون. محفل ۾ ويٺل فقراء تي اهڙو تہ سڪتو طاري ٿي ويو جو جملي فقراءِ ايترو تہ گريو ڪيو يعني رنا جو انهيءَ گريئي جو مثال ملڻ مشڪل آهي. اهو سڀ ڪجهہ آخر ڇو ٿيو؟ پاڻ مالڪ محبوب مرشد مسيحا مخدوم فقير سمر علي سردار انهيءَ بابت ڄاڻي سگهيا ٿي. باقي تہ هر درويش پنهنجيءَ ۾ پورو هيو. منهنجي زندگيءَ ۾ راڳ جي دنيا ۾ اهو ڏينهن تمام وڏي اهميت ۾ اچرج وارو ٿي گذريو آهي. ساٿيو! راڳ روح جي غذا آهي. گهوڙي جي خوراڪ جي خبر گڏهہ کي نہ پوندي آهي.

## فقير پاڪ مهدي مولا جو ٻول

## تلهہ

آءُ قربان ٿيان تن، جامو پهرايو جن،
موهي من مستان ڪيو، مرڪي محبوبن.

1
پهري پيش وازي، ڪيئن روح راضي،
برهہ بيرنگ بازي، چيريون ٿيون چمڪن.

2
نورانگي دار، گهنگهرو ڪن گهٽڪار.
پاهين پيڙيدار، بازون بند بدن.

3
منديون منڊ هٿن، خوشيءَ مان سي ڪٿن،
ڪنگڻن جون قطارون ٻانهن منجهہ ٿهن.

4
"مهديءَ" ساڻ ملن، ڪليو سي خوش ٿين
باهيون ٿيون پڙڪن، اگڻ محب اح

حق موجود

# سڀ ڪرم تنهنجو آهي سائين

سدا موجود



نثار علي عرف ڀائي جان

هي سڀ ڪرم تنهنجو آهي سائين نہ تہ مون ۾ تہ اهڙي ڪا ڳالهہ ناهي. آرس ڪري ڏينهن جو ڏيڍ بجي هرو ڀرو ڪمبل ويڙهي سمهي پياسي، تہ دل ۾ خيال آيو تہ ڇڏ سمهڻ کي ڪجهہ مضمون لاءِ لکجي تہ بهتر آهي. پروري سوچيون پيا تہ ڇا تي لکجي هر هڪ خيال پنهنجي خيال ۾ پر لڳو وينو آهي تہ اٿڻ جي بجاءِ مڪر ڪري سمهڻ کي ترجيح ڏني سي. خيال کي سڪون تہ ڪونہ پئي آيو، ڇو تہ سرڪار مولا جا پنهنجي طالب تي اڻ ڳڻيا احسان آهن. جيڪي سمهڻ ڪونہ پيا ڏين، انهيءَ ڪشمڪش ۾ اهو احسان ٿيو تہ ڇونہ هي سڀ تنهنجو ڪرم آهي. پرين، يا سائين نہ تہ مون ۾ تہ اهڙي ڳالهہ ناهي، حقيقت ۾ هي اردو جي ڪنهن شاعر جو شعر آهي.

يہ سب تمہارا کرم ہے آقا، کہ بات اب تک بنی ہوئی ہے

مولا سرڪار جن هن ۾ فٽ ڪيو ءِ فورن ڪمبل مان هٽ ڪدي اٿياسي، اتي ڏٺو سي تہ درويش بہ موجود وينو آهي، انهيءَ کان پڇيو سي تہ ادا ٽائيم اٿو، هن هائو ڪار ڪئي. اسان هن کي پئسا ڏئي عرض ڪيو سي تہ فلاڻي دڪان تان اسان کي بڪ ءِ پين وٺي آڻي ڏيو، ءِ هن جلدي اسان کي بڪ ءِ پين آڻي ڏني.

اسان بہ بسم الله الرحمان الرحيم اتان ئي ڪئيسي، واقعي بہ هي سڀ تنهنجو ڪرم يا نظر آهي، نہ تہ اسان ڪان تہ ڪجهہ بہ ڪين ٿئي مولا؟.

هاڻي جي ڪرم تي اچون تہ مون پڙهيو آهي سيئي پڳيوسين حدون ۾، سائين روشن علي جهانيہ جن جو شعر پاڪ تہ

ڪيا ڪروڙين احسان اچي عشق هن عاصيءَ تي،
ڪري حيوان مان آدم پلي آيو پلي آيو.

هي هاديءَ پاڪ جا ڪرم آهن. پنهنجي طالب درويش تي نہ تہ بندي کي ڪهڙي خبر بندگيءَ جي يا جانور کي ڪهڙي خبر ذائقي جي هي گڏ يا نعمتون سڀ هاديءَ پاڪ جي طرف کان عطا ٿين ٿيون، نہ تہ آءُ پاڻ کي ڏسان يا سمجهان تہ هاديءَ پاڪ کان اڳ ۾ منهنجو اٿڻ، ويهڻ گهمڻ يا ڪائڻ پيئڻ ڪيئن هيو ءِ هاڻي ڪيئن آهي، تہ حساب زيرو کان بہ زيرو، پٽ پيهڻ ۾ پورو، هرو ڀرو هوڏ وڏائي، نالو وڏو ديهہ ويران سدائين ماءُ ڇيءِ ڏوهي، جن ڇٽي مولا پاڪ جو ڏيهہ ڏيکاريو تن سان اکيون ابتيون معنيٰ اهڙي زندگي جنهن جي ڪائي سڌ ئي نہ . جيئن لطيف سرڪار جو شعر پاڪ ٻڌندا آهيون تہ، رب رسي مت ڪسي، هٽي ڪين هٿيار، ڏسي اهڙو يار جا ڏهون جوڪو جيءَ ڪي، سدائين ماءُ پيءُ ڇڪ ڇڪان ۾ پورا سچ ڳالهائڻ حرج ڪونهي، ٿوري تڪليف ضرور آهي پر جڏهن هادي پاڪ جي عطا داري تي تہ اها تڪليف نہ پر ماڪيءَ جهڙو مٺو ذائقو تي پيو آهي. سڀ ڳالهہ نصيبن جي، مونکيءَ چڱيءَ طرح ياد آهي تہ سرڪار مولا جن جڏهن يار محمد جي ڳوٺ محبتي مئخاني تي پنهنجي پاڪ فقير جي فقراءِ کي درشن ڪرائڻ لاءِ آيا، تہ ڪجهہ ٽائيم ڪان پوءِ بابا سائينءَ جن کي الائي ڪيئن دل ۾ خيال آيو تہ چيائون پنهنجي سچي ڪٽنب سميت درشن ڪجي مولا سرڪار جو. حقيقتن بابا سائين جن سائين سيد عبدالله شاهہ جيلاني، مسڪين پور وارا، انهن جو طالب هيو، پر ڳالهہ نصيب جي آهي، اسان تي وري جهانيہ جي نظر بابا سائين جن (ڪيري) ٽيڪسي ڪرائي، تقريباً سڀ ياتي موجود هياسي، ڪجهہ ياٿر ڪراچي هيا، ڇو تہ هو اتي ڪم ڪار ڪندا آهن، اسان جڏهن بابا سائينءَ جن سان ڳوٺ يار محمد مرڪند پهتاسي، يار جو ڳوٺ وري اسان انهيءَ ڪري چوندا آهيون، جو ضمير حسين جن سيد جنهن جو طالبي اسم ريجهہ علي آهي اهي يار جو ڳوٺ ڪري چوندا هيا، بيشڪ محبوبن جا شبد پاڪ سچا جو ڪجهہ ٽائيم کان پوءِ سرڪار مولا جن يار محمد

مرڪند عرف يار جو ڳوٺ ۾ ديرو ڄمايو جو اسان تي بہ ٻاجهہ ٿي. ٿي تہ هر هڪ تي جڏهن ڪير مان لهي اچي امڙ. پينرن. پائرن سان گڏ سرڪار مولا جي حضور ۾ پيش پياسي تہ انهيءَ ٽائيم سرڪار مولا جن پيل پاڪ جي هيٺيان ديرو ڄمايو ويٺا هئا. الحمد الله ٽائيم بہ شايد ڏهن يارهن جي وچ ۾ هيو. مولا سرڪار جن سان گنبير فقراءُ ويٺا هئا. اسان بہ ابي. امڙ سميت سندن جي قدمي پياسون سجود ڪري جيئين ئي مٿي ٿياسي تہ اتي اڳ ۾ منگتو فقير جيڪو نعت پاڪ پڙهندو آهي. سو فقير مولا جو ڪلام ڳائي رهيو. هيو. تنهنجي نام بنا ٻيو تہ نام وٺي. تو ۾ محبت جا هن مٺاڻ مٺين. دل خوش ٿي وئي. پر وري مزي جي ڳالهہ تہ هن فقراءُ ڪلام اڌ ۾ ڇڏي نعمت شروع ڪئي تہ سڀ ڳالهہ نصيب جي آهي. بيشڪ ائين آهي سڀ ڳالهہ نصيب جي آهي. محبوب مرسل جي مرضي آهي. فقير شهنشاهہ مولا جو انمول احسان. احسان بہ آهي جنهن جي ڪائي حد ڪونهي. مضمون لکئون ئي پيا تہ فقير مهندار علي جو فون آيو تہ پائي جان سرون ۽ ٻيو سامان اچي ٿو هن کي سهڻي طريقي سان محفوظ ڪرائيندا. هن فون بند ڪئي تہ مٿان سرن وارا بہ اچي پهتا. اهڙي طريقي سان مضمون ڏانهن وري ڏيان هڻي ويو. چو تہ فقير مولا جي ڪمري جي جڙاوٽ جو سامان هيو. چوندا آهن تہ دير ۾ بہ خير. ڪجهہ ٽائيم کان پوءِ وري سوچيوسي تہ مضمون کي اڳتي ڪجي پر ڪهڙي طريقي سان. ائين سوچ ۾ هياسي تہ درويش هڪڙو قول پڙهايو جنهن ۾ لکيل هيو تہ. هاڻي سمجهہ ۾ آيو تہ هي اسان کي صبر جو ڦل مليوءِ سمجهہ ۾ بہ ڳالهہ آئي تہ واقعي بہ اسان پنهنجي زندگيءَ جو جائزو ڪونهي ورتو. تہ زندگي ڪيتري انمول آهي ۽ هي اسان ڪهڙي طريقي سان گذاري رهيا آهيون.

ابي جي پاڻ هيٺيان ننگر ڪٽي ڪاڏو سي نہ گرميءَ جي نہ سرديءَ جي سڌ بس پاڻ ۾ پورا. جڏهن ظاهري ڪناسي تہ خبر پئي. تہ هي جيڪو ڪجهہ هيو. پرايو هيو. ڪنهن درويش چواڻي پرايا مال ايوين ڪاڏئي جيوين ترڪاري لڳئي مٺي. هاڻي پنهنجو ناهي ڏيکاري تہ خبر پئي الحمد الله (ابو) بابا سائينءَ جن فقير صفت انسان هئا. هنن ڪافي دفعا زندگيءَ ۾ گرميون سرديون ڏٺيون هيون. سو فرمائيندا هئا تہ مولا کي ياد ڪريو. ۽ پنهنجي جسم مان وڌائي ڪڍو. محنت. رياضت ڪريو چو تہ الله پاڪ پنهنجي بندي کي وڏي آزمائش ۾ ناهي وجهندو. گهڙي آ گذري ويندي. لطيف سرڪار چواڻي " ڏک سکن جي سونهن آءِ گهوريان سک ڏکن تان". يعني مايوسي نہ. واندو ويهڻ بہ نہ پاڻ بہ واندا ڪو نہ ويهندا هئا. اسان ڪان گهٽي پاڳي ڪم ڪو نہ ٿئي. پوءِ اچي مولا کي عرض ڪندو هيم تہ مولا اسان کي تہ سڌ ئي نہ پئي سو نظر ڪرم ڪريو.

الحمد الله! مولا سرڪار جن بہ پنهنجي طالب درويش جي سدا قبول ڪئي. بيرنگ ۾ مئخاني شريف جي ڊيوٽي نصيب ٿي. باقي الحمد الله سيئي ابي جي اولاد مولا فقير پاڪ جي ٻاجهہ سان پنهنجي ماحول ۾ خوش آهن. اسان بہ ظاهري مئخانو ڪو نہ گهريو. چو تہ مئخاني جي سڌ نہ هئي. زماني جي ڊيوٽيءَ لاءِ اندر ۾ عرض ڪندا هئاسي. ظاهري ڪو نہ. مئخاني جو ڊيوٽي سندس عطا داري آهي. اڳتي بہ سندس کي ٻاجهہ جو درشن برقرار رهي. اسان بہ ڪوشش ڪريون ٿا پيا تہ ڏهن تعليم ڏي واپس اچي. ۽ ڪجهہ ڪرڻ جي لائق بنجي پئون چو تہ سرڪار مولا جن همسوا جو نام يا پليٽ فارم ڏئي. گهڻو ڪجهہ ڏئي ڇڏيو آهي. جو سڌ پئي تہ دنيا ڪرنٽ آهي. پر سو ڪي ارڻ ٿي ڪري هلڻو آهي. ڏس اهو جو تو کي ڏسي ٿو. ٻيا ڏسڻ ڪهڙا ڏسدين ڏسدين " فقير پاڪ مهدي مولا"

ڏس اهو جو تو کي ڏسي سو
ٻيا ڏسڻ ڪهڙا ڏسندين ڏسندين.
"فقير پاڪ مهدي مولا"

# فقير پير شاهنواز لاهوتي

پير منورالحق (دادو) پير جو ڳوٺ



فقير پير شاهنواز جو جنم سن 1920ع ۾ ضلعي دادو جي ننڍڙي ڳوٺ پير جو ڳوٺ ۾ سابق وزير اعليٰ سنڌ سائين محترم پير الاهي بخش جي گهر ۾ ٿيو.

سندن جي شروعاتي تعليم مختلف ادارن جهڙوڪ : نوشهروفيروز نور محمد هاء اسڪول حيدرآباد مان ۽ مئٽرڪ جي تعليم ممبئي مان حاصل ڪيائون. اعلي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ علي ڳڙهه يونيورسٽي ۾ داخلا ورتائون. مگر سائين جن تعليم مڪمل نه ڪري سگهيا پاڻ ڪراچي موٽي آيا.

انهيءَ دوران ڪين پوليس ڊپارٽمينٽ ۾ ڊپٽي سپريڊنٽ آف پوليس جي ڀرتي ٿيڻ جو موقعو پڻ مليو. مگر سندن والد پير الاهي بخش جي گهري دوست غيبي خان چانڊيو جي منع ڪرڻ تي اها نوڪري نه ڪيائون. واپس اچڻ کان پوءِ پير شاهنواز سائين جن ستت ئي فقيري رنگ اختيار ڪيو ۽ پاڻ سرڪار فتح جنگ فقير جا طالب ٿيا جن جو روضو لال هندي مقام دادو ۾ آهي. سائين جن پنهنجي سموري زندگي فقرائي رنگ ۾ گذاري ڇڏي. پاڻ ڪڏهن به مذهبي تفرقي ۾ نه پيا ۽ پاڻ کي "حيدري" صوفي سڏائيندا هئا.

فقير سائين تمام سادي زندگي گذاريندا هئا ۽ هميشه ڪارا ڪپڙا پهريندا هئا.

فقير سائين جي خدمت جو مون کي شرف حاصل رهيو مان پنهنجي زندگي جو ڪافي عرصو سائين جي خدمت ڪندي گذاريو.

فقير سائين سياري اونهاري ۾ صبح جو 3.00 بجه اٿڻ جا عادي هوندا هئا. اٿڻ کان پوءِ سائين روزانه هڪ ڪلاڪ تائين قرآن پاڪ جي معنيٰ سان تلاوت ڪندا هئا ۽ صبح جو 5.00 بجه مڪان ۾ اچي ويندا هئا.

فقير سائين هميشه فقرائي رنگ ۾ رهندا هئا. تنهن ڪري اسان جي پرورش اسان جي والده ڪئي.

فقير سائين نوراني سرڪار جي زيارت ڪرڻ لاءِ پنڌ ويندا هئا.

سائين جن 40 دفعه پنڌ وڃي نوراني سرڪار جي زيارت ڪئي، تنهن ڪري ڪين فقير پير شاهنواز (لاهوتي) سڏيو ويندو آهي. فقير پير شاهنواز لاهوتي جي خواهش مطابق سندس فرزند پير مظهر الحق ۽ مان ڪين ڪربلا وٺي ويا هئاسين، جتي زيارت ڪرڻ کان پوءِ مدينه المنوره پهتاسين.

مديني ۾ اسان پائرن رمضان المبارڪ جو آخري جمع جي نماز ادا ڪرڻ لاءِ نڪتاسين ته فقير سائين فرمايو پٽ ڏسجو ته منهنجو درويش فقير استاد محمد علي برهماڻي ملي وڃي ته هتي ڪين مون وٽ وٺي اچجو.

اسان کي ڳالهه عقل ۾ ئي نه پئي ويهي ته اهو فقير 80 ڪلوميٽر پري هڪ باغ ۾ ڪم ڪندو آهي. جڏهن ته رمضان المبارڪ جي آخري جمع تي تمام گهڻي رش هوندي آهي. لکن جي تعداد ۾ نمازي هوندا آهن سو اهو فقير ڪٿان ٿو هٿ اچي؟ مگر حيرت جي انتها نه رهي ته جڏهن نماز ادا ڪري واپس اچي رهيا هئاسين ته ڪنهن شخص منهنجي ڪلهي تي هٿ رکيو. مان ڏٺو ته اهو شخص ٻيو ڪير نه، فقير محمد علي هيو. جڏهن ڪين ٻڌايوسين ته بابا سائين جن هتي آيل آهن ته تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ ڪيس وٺي سائين فقير پير شاهنواز سائين جن جي خدمت ۾ پيش ڪيوسين. مگر سائين کي ڪا حيرت نه ٿي پاڻ فرمايائون ته (طلب هو ته مل هو) فقير سائين جن وٽ هڪ شخص مراد شاهه نالي ايندو هئو. سائين ڪيس ڏاڍي عزت ڪندا هئا فقير سائين کي ماڻهن ٻڌايو ته هي شخص سيد نه پر پنجاب جو هڪ ميراسي آهي. سائين جن فرمايو ته مان صرف هن نالي جي عزت پيو ڪريان. جيڪو هي سڏائي ٿو. هڪ ڏينهن اهو شخص فقير سائين پير شاهنواز جي هڪ لنگي جيڪا سون جي تارسان ٺهيل هئي، اها چوري ڪري هليو ويو ماڻهن ڪيس ڳولڻ جي اجازت

گهري پر فقير سائين منع ڪري ڇڏيو.
سال ٻن کان پوءِ اهو ساڳيو شخص لاهوت جي پنڌ دوران فقير سائين کي اچي مليو. حالت تمام خراب هيس روئي رهيو هئو. فقير سائين کان معافي پئي گهريائين ۽ اقرار ڪيائين ته هو سيد نه پر ميراسي آهي. سائين نه صرف ڪيس معاف ڪيو پر ڪيس پاڻ سان ماني به کارايائون.
فقير سائين جن جا قرب وارا دوست سائين حيدر شاهه جيڪي هميشه فقير سائين سان گڏ رهندا هئا. سائين حيدر شاهه جو تعلق لاڙڪاڻي جي آسپاس پاس سان هيو.
حيدر شاهه سائين جي آخري ايامن ۾ فقير سائين کين چوندا هئا ته حيدر شاهه توهان زندگي ته اسان سان گڏ گذاري پر پاڻ انهن صحن ۾ گڏ دفن ٿينداسون ۽ اسان تي مقبرو جوڙيو ويندو ۽ توهان تي ميلا لڳايا ويندا. اها ڳالهه فقير سائين جي زبان مبارڪ تان مون پاڻ ڪيترائي ڀيرا ٻڌي اها ڳالهه بلڪل پوري ٿي.
فقير سائين جي خاص قربدارن جا ڪي نالا بيان ڪجن ٿا. 1. فقير نياز علي گاڏينچو، 2. فقير ڪوڙل سائين 3. فقير محمود سائين پنهور، (خيرو پنهور) ڪمدار لونگ پنهور (گنجياڻي) 5. بلو فقير (خيرو پنهور) 6. مولا بخش پنهور، (خيرو پنهور) 7. وڏيرو محمود پنهور 8. ڇٽو رند (شاهه شڪر گنج) 9. غلام عباس جلباڻي. 10. محمد صفل بروهي، 11، فقير محمد علي برهماڻي، 12. خميسو خان جمالي، 13. فقير احمد علي ٻنڙ. 14. فقير علي نواز هيسباڻي (ڪرونڊي) 15. سائين نجف علي شاهه (جهانگارا) 16. سائين علي رضا شاهه مست 17. زنوار امير بخش جمالي، 18. فقير وليداد ملهوجو، 19 سائين قاسم شاهه مست 20. سائين شبير شاهه سيوهڻ 21. ايڊووڪيٽ فضل احمد جمالي، (ٻيان) 22. ايڊووڪيٽ محمد سليمان جمالي (ٻيان).
فقير پير شاهنواز لاهوتي 29.4.1992ع تي ڪراچيءَ ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا.
سندن آخري آرام گاهه سندن حڪم مطابق ڳوٺ الله ڏنو پنهور ۾ سندن قائم ڪيل مڪان جي احاطي ۾ آهي جتي سائين جو ميلو 25 شوال تي ٿيندو آهي.

## تـلـهـہ

امیدون هجن شـــل ڪم نہ پوي يارن ۾،
اگر ڪم پيو تہ خزان اچي ويندي بهارن ۾.

1

منهن جا منڙا ماٺهو، مگر من جا ميرا،
ڏسون ٿا فرق وڏو حال قال ۽ پرڪارن ۾.

2

فقيرن جي فڪر جو وچي ٿو فائدو ور تو هتي،
جي گهڻ ڳالهائن ٿا، هلائن ٿا ڪم اشارن ۾.

3

جي وٺو صلاح منهنجي ڪين وڏا يو واسطا گهٽا،
مان سچ چوان ٿو، رهندؤ سدا قرارن ۾.

4

جاني زباني يار ٿو سڏائي هتي هر ڪو،
مگر چوڻ سان ڇا ٿيندو خبر پوندي عملي ڪرادارن ۾

5

"اطهر" جيڪو چيو اٿئي، انهيءَ تي عمل به ڪر،
هوند تنهنجو به نالو لکيو ويندو رياڪارن ۾.

## تـلـهـہ

ملان بند ڪر دفتر دين جا،
عاشق آهن انهن کان اڳي اڳي.

1

منهنجي دل تي چوي مولا ڪري ملان،
شال توکي نوڪ نينهن جي لڳي لڳي.

2

مذاق بنايو آ توڪٽي مذهب کي،
انهيءَ آڙ ۾ ماٺهو ڇڏيا اٿئي ٺڳي ٺڳي.

3

وات ڦاڙي وڏا واعظ نہ ڪرين جي،
تنهنجو خاندان پوءِ پهلا ڪيئن تڳي تڳي.

4

دڙڪا نہ دوزخ جا ڏي تن کي،
عشاق ٻن ٻو ٻول آهن سڀ ٻڳي ٻڳي.

5

"اطهر" عاشقن کان علم نہ لڪل ڪوئي،
سمجهيل سي سڀ سئيءَ سڳي سڳي.



# "انسان جو زمين تي اچڻ جو مقصد"

نثار احمد ڄامڙو (ايسوسئيٽ پروفيسر ڪيمسٽري)

جڏهن خالق ڪائنات ڪنهن شيءِ ڪي تخليق ڪندو آهي ته ان جي خلقت جو مقصد ان ڪان افضل هوندو آهي، جيئن هوا، باهه، پاڻي، مٽي ۽ روشني انهن سڀني ڪان افضل ٿيو. انسان الله تعاليٰ جي عظيم تخليق مان هڪ آهي، جنهن جو مقصد وري ان ڪان افضل آهي جيڪو الله تعاليٰ پنهنجي لاريب ڪتاب ۾ ٻڌايو آهي ته (وما خلقت الجن والانس الا ليعبدون) يعني ۽ مان جنن ۽ انسانن کي پنهنجي عبادت لاءِ ئي پيدا ڪيو آهي.

اسلامي نقطئہ نگاهه ڪان انسان جو هن دنيا ۾ اچڻ صرف گهمڻ، ڦرڻ ۽ کائڻ پيئڻ ئي ناهي پر تمام پوشيده رازن وارو آهي، جهڙيءَ ريت انسان الله جل جلاله جو چونڊيل، زمين تي الله جو جانشين، خدا جي پيغام جو امانتدار، روحانيت ۽ماديت سان خدا جي سڃاڻپ واري فطرت جو مالڪ، زمين ۽ ماديت آسمان جو حاڪم، ڀلائي ۽ برائي کي پرکڻ وارو، پنهنجي طاقت ۽ صلاحيت، هيٺائي ۽ اوچائي، عقل ۽ ظرف کي سمجهڻ وارو هڪ قيمتي پتلو وغيره انسان ۾ ان ڪان علاوه ڪيترين ئي پوشيده ڳالهيون سمايل آهن. جن کي سمجهڻ ۽ بيان ڪرڻ هتي ممڪن ڪونهي. ليڪن سندس چند ڳالهيون زير نظر ڪجن ٿيون.

**فطرت ۽ سڃاڻپ:** متي اسان انسان جي اچڻ جو مقصد سوره ذاريات آيت 56، مطابق "محض الله" جي عبادت لاءِ ٻڌايو آهي، جنهن مان خبر پوي ٿي ته انسان پاڻ کي الله تعاليٰ جي عبادت ڪان سواءِ سڃاڻي يا حاصل ڪري نه ٿو سگهي. ٻين لفظن ۾ الله جه کي وساري ۽ پاڻ کي ياد نٿو ڪري سگهي، چو ته الله تعاليٰ ۽ انسان جي پاڻ ۾ عشق (ويجهڙائپ) شاعر جي نظر ۾ هن ريت آهي.

پاڻي ڪان ڪمان ۾ ميان مارم مون
مون ۾ آهين تون متان تنهنجو ئي توکي لڳي.
لطيف

ساڳيءَ شيءِ کي صوفي ازم جي ذمري ۾ هيئن ڏنو ويو آهي. "پاڻ ڳوليندڙ آيو آهي. پاڻ کي ڳولڻ، هن ۾ همدم همراز کي سمجهڻ ته ڏکيو آ. اهوئي سبب آهي جو بندو پنهنجي فطري گهرائيءَ سان مالڪ ڪائنات جي وجود کي سڃاڻي ٿو جهڙيءَ ريت سوره روم آيت 49 ۾ اچي ٿو. يعني (اي پيغمبر) تون ان ڏينهن جي اچڻ ڪان اڳ جيڪو خدا جي طرف ڪان ضرور ايندو ۽ ان جي اچڻ کي ڪو به روڪي نه سگهندو ۽ پنهنجو رخ مضبوط ۽ سڌي دين ڏانهن ڪري ڇڏ. ان ڏينهن ماڻهو (پريشان ٿي) جدا جدا ٿي ويندا "هونءُ به انسان جي پيدائش اوچتي نه پر مقرر طريقي سان ٿي آهي. چو ته الله جه جو پسنديده جو آهي.

**عالمي طاقت:** مالڪ ڪائنات جي طرفان انسان کي هن روئي زمين تي پنهنجو نائب (خليفو) ڪري موڪليو ويو آهي، جيڪو عالمي طاقت ۽ صلاحيت ۾ سڄي مخلوق ڪان افضل آهي. جهڙي ريت حضرت آدم ع کي سڀ نالا سيکاري ۽ ملائڪن جي سامهون آندو ويو ۽ حضرت آدم ع الله پاڪ جي ڏنل علمي طاقت سان اهي نالا ٻڌايا. جيڪو ذڪر سوره البقره آيت 31.32 ۾ ڪيل آهي. خبر پئي انسان پنهنجي پنهنجي علمي طاقت سان هيا مسئلا سمجهي ۽ حل ڪري سگهي ٿو.

**اختياري ۽ امانتداري:** الله جه جي طرفان انسان اختيار ۽ امانتدار ڪري پيدا ڪيل آهي. جيڪو امانتن کي ٻين تائين پهچائڻ جو ذميوار آهي. نيڪي ۽ گمراهي جي ٻنهين مان ڪنهن هڪ واٽ کي مرضيءَ سان حاصل ڪرڻ جو اختيار به رکي ٿو. جيئن سوره احزاب آيت 72 ۾ اچي ٿو "جڏهن ڪا امانت آسمان، زمين ۽ جبلن جي اڳيان پيش ڪئي وئي ته انهن ان جي بار کڻڻ ڪان انڪار ڪيو پر جڏهن ته اهو بار انسان ٻي ڏڙڪ کنيو. ساڳيءَ ريت پاڪ ڪلام ۾ دعوي آهي ته "انسان کي گڏيل مني مان پيدا ڪري ڏسندڙ ۽ ٻڌندڙ ڪري موڪليو آهي. پوءِ ڀلي هو الله تعاليٰ جو شڪر گذار ٿئي ٿو يا ناشڪرو بڻجي ٿو "خبر پئي ته جيڪڏهن

انسان چاهي تہ پنهنجي اختيار سان گهڻو ڪجهہ جهڙوڪ، برائيءَ ڀلائي، حق ۽ باطن، نجاست ۽ پاڪائي وغيره احسن طريقي سان سمجهي ۽ اپنائي سگهي ٿو.

**شڪر گذاري:** در اصل جيڪڏهن انسان پنهنجي خلقت تي نظر ڪري ”جيڪا هڪ نجس قطرو آ تہ پوءِ پاڻ ڪي خود ثنائيءَ ڪان بچائي، پنهنجي خواهشات کي گهٽائي ۽ پاڻ کي عذاب الاهي کان بچائي چو تہ سڪون حاصل ڪرڻ جو هڪ ئي ذريعو الله تعاليٰ جي ياد آهي ورنہ زندگي ۽ خواهشون تہ اڻ ڪٿ هونديون آهن. جن جو پورائو نا ممڪن آهي. جڏهن تہ زمين تي سڀ نعمتون انسان لاءِ خلق ڪيل آهن يعني ”هوالذي خلق لڪم مافي الارض جميعا“ پر انهن جي حاصليت لاءِ شڪر گذاري لازمي آهي. ڏنو ويو آهي تہ الله تعالي پنهنجي ڪتاب قرآن ۾ جتي بندي جي تعريف اعليٰ مقام (زمين، آسمان، مٽي، هوا ۽ فرشتن ڪان مٿي) جي ڪئي آهي اتي وري ڪيس تنبيهہ ۽ جانورن ڪان بہ پست ڪري پڌايو آهي.

هڪ طرف انسان امانت، عظمت، عبادت، نعمت تائبيت، علمي طاقت، فطرت ۽ شخصيت وغيره ۾ عروج تي آهي تہ اهو ٻئي طرف پاڪ ڪتاب ۾ ناشڪرو، ڪمزور، بي صبرو، تنگ دل، مطلبي، فسادي ۽ نادان پڌايو ويو آهي. جهڙي ريت:

**ناشڪرو:** يعني ان ۾ شڪ ئي نہ آهي تہ انسان بي شڪرو آهي. (سوره حج آيت 44)

**ڪمزور:** يعني تہ ڏاڍو ڪمزور آهي سوره اسرايہ آيت 11

**بي صبرو:** جڏهن ڪيس تڪليف اچي ٿي تہ بي صبرو ۽ جڏهن ڀلائي پهچي ٿي تہ ڪنجوس ٿيو وڃي (سوره معراج آيت 21.20.

**تنگدل:** يعني ۽ انسان وڏو تنگ دل آهي (سوره اسراءِ آيت 100)

**مطلبي:** تحقيق انسان وڏو مطلبي پيدا ڪيل آهي. (سوره ....آيت 19)

**نادان:** يعني، تحقيق انسان (پنهنجي حق ۾) وڏو ظالم ۽ نادان آهي. (سوره احزاب آيت 72)

## نظر علي فقير لاکو جو ڪلام

ڪافي

ٿلهہ

ڪٿي ساغر ساقي آيو، ورهہ وارن جي ويڙهي ۾،
ڪن ورائي وٺيون ورتيون، وڏا ڪي جام جهيڙي.

1

حسن حسنات جو هادي، مغان مشهور ٿي مهدي،
آيو اظهار ٿي احدي، ملاقاتن جي ميڙي ۾.

2

پيتا پر پاڪ جن پيالا، نشانبر ٿيا سي ئي نالا،
اهي اول آخر اعليٰ آيا جي عشق ويڙي ۾.

3

آدم جو پوش آ اهنجو، سڃاڻ ناصفا سنهنجو،
ڏنو جن پاڻ ۾ پنهنجو ”نظر“ تن نام نيڙي ۾.

ٿلهہ ولايت علي سهتو ”شڪارپور“

اٿي رات آڌي ڪتڻ جن ڪمايو،
هر دم تنهنجو ٿيو لايو سجايو.

1

جارئون جيڪا جاڳي، سٽڙ تي سياڳي،
ننڊ پئي نياڳي، وقت تنهن وڃايو.

2

اڪن ڪي اوجاڳا، ڏٺي جن سي ڄاتا،
ڏوڙا تن جا ڏاجا، ورهہ جن وسايو.

3

سويري صبح جو، تن بار برهہ جو،
پرين ۽ سان پرهہ جو، جن پيچ پايو.

4

سرت جن سنيالي، ڪيئون دم نہ خالي،
”ولايت“ وصالي برهہ تن پلايو.

# ڏک سکن جي سونهن



بقلم
محسن علي جوکي
نري ميرواهه.

سرڪار فقير پاڪ جن هڪ ڪلام ۾ ائين فرمايو آهي "مهديءَ جي ميلاپ لاءِ وينا ڏک ڏورين" سرڪار جن جي رسالي مان معلوم ٿئي ٿو پاڻ جنهگ ٿر بر جبل جهاڳيندا ڪيڏا ڪشالا ڪڍيائون. پاهڻ مٿي پاسا ڪوڙيندا رهيا. پر منزل ماڻڻ جي تمنا وسان نه وڃايائون سرڪار جن جا سڀ ڪردار ڏکن سان مهاڏو اٽڪايو اچن ۽ منزل ماڻڻ جي شوق ۾ تڪليفن ۽ اذيتن کي ڪا به اهميت نه ڏنائون.

مارئي وطن ويڙهيچا وساري نه سگهي توڙي جو قيد ڪاٽيائين، بي وطن بي ثمر رهي پر لوئي نه لڄايائين. سسئي سان پهڻ پير پٿيون ڪري ڇڏيس پر ڪ جيڪا به ڪنيائين سا اڳتي. ڪيچ رسڻ لاءِ سهڻي ڪچي پڪي گهڙي جي تميز وڃائي لهرن حوالي ٿي ويئي پر تانگهه منزل ماڻڻ جي مائي نه ٿيس. هيو ته نهيو پر راڳ قدر جي قيمت به سر ڏيڻ جي صورت ۾ ادا ڪئي ويئي. پر پوءِ اهي ڪردار ڪيڏو امر ٿي ويا. اڄ انهن لافاني ڪردارن جي تقليد هر درد مند دل جي آرزو آهي.

پوليءَ ۾ هي داستان انمول سرمايو آهن.

ڏوٿي سان ڏورين جا جوءِ سئي نه پڌي،
پاسا ٿي پاهڻين ڪاهوڙي ڪوڙين.
وڃا ات ووڙين جتي نهايت ناهه ڪا.

سکن جو احساس ۽ قدر ئي ان کي ٿيندو جيڪو ڏکن ۾ پيسجي آيو هوندو. ڏکن جو انهن انسانن کي قدر ئي نه ٿيندو جيڪي سون جو ڪچووات ۾ جهلي دنيا ۾ آيا آهن جيئن ڪمال اتا ترڪ جو مشهور مقولو آهي. "جد ڪمال آغاز زوال" ته ڪا به شيءِ حد کان وڌيڪ ٿيندي ته ان جا منفي اثر ٿيندا. ڏک سک زندگيءَ جي گاڏي جا به ڦيٿا آهن ۽ هڪ جهڙا ڦيٿائي گاڏي کي همگير ۽ همئه جهت رکي سگهندا.

" نهائين کان نينهن سک منهنجا سپرين.
سڙي سارو ڏينهن پاهر ٻاڦ نه نڪري.

انسان ته انسانيت جي منزل ماڻي ئي تڏهن ٿو جڏهن ڏکن جو جهان ڏوري ٿو درد ايذاءَ تڪليفن جي احساس کي جاڻي ٿو ۽ جڏهن ڄاڻي ٿو ته پوءِ منجهس انهن تڪليفن ۾ ضبط هين چرند پرند جو احساس جاڳندو جيڪو يقينن رحم، درگذر سهپ جو جهان هوندو. جنهن معاشري ۾ اهي اعليٰ گڻ اپائجي اهو معاشرو ئي جنت الرضي ٿيندو آهي.

" ڏک سکن جي سونهن گهوريا سک ڏکن ريءَ

---

## ٽلهه

اطهر علي " اطهر "

هڪ مان نه آهيان پريشان پرين،
هتي هر ڪو بي قرار ڏسان ٿو.

1

محفل آهي متل، هو نه آهي هتي،
هر عاشق کي انتظار ڏسان ٿو.

2

ڪي قدمين ڪريا، ڪي سجدن ۾ صادق،
عاشقن جو عجب اظهار ڏسان ٿو.

3

جنهن ڏينهن ملن ٿيون ديدون دلبر سان،
اهو وار خوشيءَ جو وار ڏسان ٿو.

4

ٿي دفن وڃي جي ٿو دنيا ۾ "اطهر"
جنهن ڏينهن نه پنهنجو يار ڏسان ٿو.

# " تصــــوف "

رازق علي ڪلهوڙو
باقراڻي



تصوف ۽ صوفي جي معنيٰ تصوف ۽ صوفي ڇا آهي؟
حضرت ابو مالڪ الاشعري رحمة الله عليہ کان روايت آهي تہ رسولِ خدا صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن اصحابہ ڪرام کي فرمايو تہ "يا ايهناس اسمعوا واعلقو واعلمو ان الله عباداً ليسوا بانبي ولا شهداءِ يغبطهم الانبياء والشهداء علي مجالسهم و قربيهم من الله انعتم لنا.

اي انسانو! منهنجي ڳالهہ ٻڌو ۽ سمجهو ۽ سمجهي ڇڏيو منهنجي امت ۾ ڪجهہ اهڙا انسان بہ هوندا جيڪي نہ نبي هوندا نہ شهيد هوندا پر الله تعاليٰ انهن کي پنهنجي مجالس ۽ قرب ۾ قيامت جي ڏينهن پنهنجي عرش تي پنهنجي ويجهو ايئن ويهاريندو ۽ انهن تي نبي ۽ ڪرام ۽ شهيداءِ ڪرام رشڪ ۽ عجب ڪائيندا.

پاڻ اصحابن نبي پاڪ ﷺ جن جي اها ڳالهہ ٻڌي هڪ اصحابي اٿي بيهي عرض ڪيو. يا سيد يا رسول الله ﷺ اهي نہ نبي ۽ شهيد هوندا. انهيءَ جي باوجود الله تعاليٰ جي ويجهو ائين ويهندا جيئن نبي ۽ شهيد ويهندا پوءِ هي ڪهڙا انسان هوندا جيڪي ايئن وهندا.

پوءِ رسول الله ﷺ جن اصحابن کي فرمايو "هم ناس من افناءِ الناس ونوازع القبائل لم تعو بينهم انحام متقاربہ.

ترجمو: منهنجي امت ۾ مختلف علائقن مختلف ملڪن قبيلن مختلف معاشري جا هي انسان هوندا انهن ۾ ڪو بہ پاڻ ۾ خوني رشتو يا ڪو بيو رشتو هوندو. پر تعاهدا في الله و تصافو.

اهي الله جي مخلوق سان محبت الله جي رضا لاءِ ڪنداءِ اهي ئي "صوفي" و صاف هوندا.

يعني انهن جي دل ۾ ڪا بہ مير يا ڪينو بغز نہ هوندو. ياد رکو سچو تصوف دلين مان نفرت ۽ رنجش مٽائڻ جو ئي نالو تصوف آهي.

دلين ۾ تنگ نظري، رنجش، صحي ڪرڻ جو نالو تصوف آهي تصوف آهي تصوف تڪبر کي مٽائي واضع ڪرڻ نالو آهي. تصوف بخيلي، ڪنجوسي جو ختم ڪري سخاوت آڻن جو نالو آهي تصوف آهي. تصوف فرق مٽائي وحدت آڻڻ جو نالو تصوف صرف نفرت ڪڍي محبت ۽ پيار آڻن جو نالو تصوف آهي.

وري رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو يضح الله لهم يوم القيامة منابر من نور فيجلسهم عليہ فيجعل وجده هم نوراً و ثبا بهم نورا يفزع الناس يوم القيامة ولا يفزعون.

ترجمو: الله سائين انهن کي قيامت جي ڏينهن نور جي منبرن تي ويهاريندو ۽ انهن جا چهرا ۽ لباس منوره هوندا ۽ بيا انسان ڊڄندا هوندا ۽ هي بلڪل ڪنهن بہ خوف کان ڊڄل نہ هوندا.

تصوف "ت" توبہ، "ص" صفائي، "و" ولايت، "ف" فنا فاالله تصوف " علم القلب، علم الوجود، علم الفنا، علم البقا، علم اليقين، علم آدب، علم الحب، علم العشق علم الطريقت آهي.

القرآن: وهم اوليا الله الذين الاخوف عليهم ولا هم يحزنون.

ترجمو: ۽ انهن کي ڪنهن بہ قسم جو خوف يا غم نہ آهي.

صوفي لاڪوفي، ڪو نہ ياڻينس ڪير،
منجهان ئي منجهہ وڙهي، پڌر نہ آهيس پير،
جنين ساڻس وير، تئي واهرو تن جو.
شاهہ لطيف

صوفيءَ صاف ڪيو، ڏوئي ورق وجود جو
تهان پوءِ ٿيو، جيئري پسن پرين، جـ
شاهہ لطيف

# رهاڻ خيال ۽ اپياس

سيد مهتاب علي مخدوم جهانيه



نوٽ: هيٺيون مضمون جيڪو (رهاڻ خيال ۽ اپياس) المعراج نمبر 12 شماري ۾ آيل آهي. جنهن جي ٻي قسط المعراج نمبر 13 شماري ۾ ڪن مجبورين سبب اچي نه سگهي هئي. هن وقت اها ٻي قسط المعراج نمبر 14 شماري ۾ قارئين جي نظر ڪري رهيا آهيون. اميد ته مستفيض ٿيندا.

"ميان عاشق معشوق هيچ حائل نيست،

تو خود حجاب خودي حافظ از ميان برخيز"

حافظ شيرازي

(عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ ڪو به پردو ڪونه آهي، تون پاڻ پردو آهين، حافظ تون وچان نڪري وڃ.

ياد پيو پون محمد عثمان ملڪ (اڄ ڪلهه اسسٽنٽ انجنيئر سوئي گئس ٽرانسميشن لائين ۾ آهي) مان قربن پريون ڪچهريون. هو مونسان شروع ۾ مذهبي بحث ڪندو هئو، پوءِ خبر ناهي الاءِ ڇو منهنجي نزديڪ اچي ويو، ايتريقدر جو ڪٽر مذهبي ٿيو به هن مان ڇڏائي ويو، اهو شخص جيڪو پنج وقت نماز پڙهي، سو ڪڏهن ڪڏهن نماز پڙهڻ لڳو ۽ ٽيهن روزن مان پنج ڇهه روزا رکڻ لڳو!. بهر حال پوءِ هر شام تي پڙهڻ کان اڳم ڪچهريون ڪندا هئاسون ۽ ڪچهرين جا موضوع پوءِ مذهبي نه هوندا هئا، البت مذهب تي تنقيد ۽ انسانيت جي پرک تي رهاڻ ٿيندي هئي، هو مونکي بيحد چاهيندو هو، دل چاهيندي هئي ته مان ڪڏهن به پريشان نه ٿيان، اگر ڪڏهن هو مون کي منجهيل ڏسندو هئو، ته ڪوشش ڪري اها ڪمي پوري ڪري ولندو هئو، هو بيحد همدرد ۽ هڏ ڏوڪي هئو ۽ آهي فقط مون لاءِ نه پر سندس اها ڇڙڪ وندر تي پئي، منهنجي يارن لاءِ، منهنجن واقف ڪارن لاءِ حتاڪ هر هڪ لاءِ! مطلب ته هو مون کان گوءِ کٽي ويو، پاڻ کي ٻين کان پري نه سمجهڻ، اها وڏي سمجهه آهي،

"يڪ يڪ بگوئي تان زمان هر گه رومي بيني شما،

چون ذو از دل محو شد يڪ هم نگوئي پيش ما." "دلپت" (هڪڙو هڪڙو ٿيستائين ٿو چوين جيستائين "ٻه" ٿو ڏسين، جڏهن "ٻه" دل مان نڪري ويا ته منهنجي روبرو "هڪ" به نه چوندين) ساڳيءَ طرح دادو ٿو چوي.

"يهي نينا ديهه ڪي، ييهي آتم هوءِ،

ييهي نينا برهم ڪي، دادو پلٽي روءِ.

(اهي ئي اکيون جسم جون، اهي ئي اکيون روح جون، اهي ئي اکيون برهم جون، دادو چويٿو ته ساڳيون ئي اکيون پلٽي جي ٽيون ٿين) اڄ ڪلهه جي دؤر سخنور به ٿورا، سڀ ڪو فقط پنهنجيءَ ۾ پورو آهي اڳي همراز ضروري، سمجهيو ويندو هئو. هڪڙي چوڻي آهي ته "ٻوڙو ٻڌي به ويچار ڪجي" متان منهنجي ڳالهه پڪڙجي نه پوي، اعتبار ۽ اعتماد هڪ ٻئي تي رهيو ناهي.

"افسوس بي شمار سخن هائي گفتي،

خوف فساد خلق سي ناگفته ره گئي.

"اس بازار مين"

نائڪ، گندرپ، گُني ۽ ڪلافت، سنگيت جي ڄاڻ رکڻ وارن جا درجا آهن،

1. نائڪ معنيٰ اهو شخص جيڪو سنگيت جو علم ڄاڻندو هجي ۽ ٻين کي به پڙهائي سگهي ۽ پاڻ بذات خود ساڳيا راڳ ڳائي سگهي، اسان جي برصغير ۾ اهڙا علامه فهامه: خسرو بيجو باورا ۽ واجد علي شاهه وغيره ٿي گذريا آهن.

2. گندرپ معنيٰ جيڪو سڀ راڳ ڳائي سگهي، جن مان تانسين، جان خان ۽ چاند خان وغيره.

3. گُني ورڻي اهي راڳندڙ آهين جيڪي فقط پنهنجي ملڪ جو راڳ ڳائي سگهن ٿا.

4. ڪلاونت، ڌرپد ۽ ترووٽ ڳائڻ ٿا. (اس بازار مين)

خبر راڳ جو بہ مختصر ذڪر ڪري ويو. اهو انڪري بہ لازمي آهي جو سواءِ راڳ ۽ ويراڳ جي وصل ڪو نہ ٿئي.

انڪري خدا ماڻهوءَ جي صورت ۾ پنهنجيءَ صورت واڱر ٺاهي. So God made "man" after his own image. "انجيل"

ساڳئي طريقي سان فرمان آهي تہ "الانسان سري و انا سرهو" (انسان ڳجهہ الله جو آهي ۽ الله ڳجهہ انسان جو)

"پرم جوڙ برهم ڪو ديکلو. وهہ الهہ لک ڏٺي رام رب.
سرحق اک هٿي نام نو. وهہ الهہ لک ڏٺي رام رب"

ديرل صورت بهار بہ ساڳيءَ ڳالهہ کي ورجايو آهي. الهہ لک ڏٺي. رام. رب هڪ آهي ۽ سندس شڪتي آهي. انسان ۾ جنهن اڄ ڪيتري تحقيق ڪئي آهي! پلي ڪٿي هر طبقي ۾ هر طرح سان واجهايو تڏهن بہ ٿري گري اڃتو ساڳئي هنڌ آهي. چو تہ

من من چہ ۾ ڪني ڪہ تو يڪ قطره مني.
پاءِ سنگہ نهين لاف زني صد مني.

(مان مان چو ٿو ڪرين. تون تہ هڪ ڦڙو آهين پيرج جو آهين پاءُ پنڪ ٿو هڻين سو مڻن جي.) "جيئن جو تئين" ان معياري مطابق دانوءِ سامي چون ٿا.

"جيو برهم شيوا ڪري. برهم برابر هوءِ.
دانو جاڻي برهم ڪون. برهم سريڪا هوءِ. "دادو

"پاڻ نہ پلين جندڙي، توکي جهڳيءَ ۾ جهيڙو.
رهيو تنهنجي راڄ ۾ . ويرين جو ويڙهو.
ڪانو مار ڪرن ڪي. وٺ ڪميا جو ڪيڙو.
تنهن تيئي ميڙو، آسر عجيبن سان. سامي

ڪانو = موچڙو. ڪرن = گڏهن. ڪيڙو = هٿيار.

سائين جيڪو پاڻ ئي نٿو پلي سگهي تہ ان جي ڳالهہ بہ اجائي ڳٽي خواهہ مخواهہ جي لاف. حقيقت تہ پٽ بنر پئي آهي.

"سوئي پرلاڻ پنڊپن سوئي، سوئي لوهي ماسا.
سوئي نئين ناتڪا سوئي، سهجي ڪيئن تماسا.

سوئي سنڌ پنڊپن سوئي، سوئي سک سوئي پيرا.
سوئي هست پانوپن سوئي، سوئي ايڪ سريرا.
"جيئن جو تئين"

اسان جو اکيون آهن پوٽيل (پاهران ڪليل) دُنيا جي ريجهہ (جيڪا پرک آهي) ۾ اپترا تہ مسرور آهيون جو اصل محويت کان منهن موڙيو ويٺا آهيون.

"اس سر سون ساٿا ڪيجئي. تب اپناسي بدليجئي.
تانڪا تب سر ثابت هو وي. جب دادو آپا کهووي.
دادو

نڪہ سين ليڪر سڪا تلڪ جتني عضوي ديهہ.
لونڪار سپ پرلکيو. ڪوءِ جاني اسنيهہ.

نڪہ = نهہ. سڪا = چوٽي. اسنيهہ = پريم.
لونڪار = پرماتما جي هستي.
اهنڪار = پنهنجي هستي.
ڪبير جي گواهيءَ موجب.

"حد ۾ رهي سو مانوي بيحد رهي سو ساڌ"
حد بيحد دوئو تجي تنڪا متا آگاد. "ڪبير

"جيئن جو تئين" ڪتاب 1929 جو ڇاپو آهي سندس ليکڪ ديوان خان چند جئي چندرائي مير چندائي پائنجي ٿو تہ ڪا چگي پلي هستي هوندي. ڪتاب ۾ سندس جيڪا ميڙ سا ڏاڍي غير معمولي آهي. سندس شوق تصوف جي حمايت ۾ نهايت اجاگر ٿو ڏسجي.

"حد ۾ پيئہ نہ پائيئي. بيحد ۾ پرپور.
حد بيحد کي گم لکي. تاسون پيئہ حضور"

"نيستي هستي هئي يارو. اور هستي ڪجهہ نهين.
بي خودي مستي هئي يارو. اور مستي ڪجهہ نهين.
"جيئن جو تيئن"

فارسيءَ ۾ چيو اٿس:

"عين هستي خود توئي پس از تو چون منکر شوم.
حجت هستي تست اين هستي انڪار مار"

(نج هستي تون آهين. پوءِ ڪيئن انڪاري ٿيان. تنهنجي ئي هستيءَ جو حجت مان رکان ٿو ۽ پنهنجي هستيءَ کان انڪاري آهيان) جيئن جو تئين

"دادو هئہ ڪون پئہ گهٹا. ناهين ڪو ڪجهہ نانهہ.
دادو "ناهين" هوءِ رهہ. اپني صاحب مانهہ.

"مان" جا بہ روپ آهن: هڪ ظاهري ٻي باطني ظاهر "مان" نالي منسوب آهي جڏهن تہ حقيقي "مان" روح سان تڏهن شاهہ صاحب ٿو چوي.

" آءَ کي اوري جهل، تہ توکي رسي نہ " ڏني "
شاهہ دارو پڻ ساڳيءَ تصديق ۾ چوي پيو.
" دارو مئي ناهين سڀ ايڪ هئي، مئي آئي تب دوءِ،
مئي تنهه پر دامت گئتا، تب جيون هئي تيون هين هوءِ".
ڪجهہ انگلش ۾ Quotations ڪتابن تان ورتل هيٺ
ڏني رهيو آهيان (شعر)

"The "deeds" we do only seem to heet.
They last till" Judagement day" and
there we meet"

" Thy will be done"

بي انت تنهنجو انت ڪونهي " جپ، نام، پڪتي

" It in not a weary life,
thon go it hath its dangers,
if we wage the holy strife,
If we live strangers,
It is not a world of woe,
If we do not love it,
But a training heaven below,
For the heaven above it"

From. "تيءَ سچاڻ پاڻ سچاڻ"

ديوان ريواچند شرما پاڻ مهاراج آهي، هندو ڌرم ۾ مهاراج ايئن سمجهيو ويندو آهي جيئن مسلمانن ۾ سيد يا پير ليڪن هو اچا بہ مسلمانن کان وڌيڪ عقيدو رکندا آهن، سرما صاحب پڻ واپڊا آپريشن ۾ سب ڊويزنل آفيسر آهي، هنن ڏينهن ۾ ميرپور خاص ۾ سب ڊويزن مليل اٿس، پڙهائي وارن ڏينهن ۾ منڊ ڪان وني پچاڙيءَ تائين اسان جو هڪڙو گروپ رهيو آهي، ٽيسز ۾ گڏ تہ ٽوئر ۾ بہ گڏ، آخري سال ۾ پاڪستان جي ٽوئرتي، جڏهن بہ اسان جو جتي قيام ٿيندو هو تہ ديوان صاحب جي اسرار تي مونکي.

" هي ڪينجهر ڪنارا هي منجر جا منظر.
سدا ياد ڪن ٿا سو ماضي زمانو.

چوٿو پوندو هئو، پاڻ بہ ساٿ ڏيندو هئو، اچا! پي ڳالهہ تہ آءُ پڙهڻ واري عرصي ۾ بہ پاڻ کي شادي شده سڏائيندو هوس، اهو ئي سبب هئو جو واپسيءَ ۾ مهاراج مونکي پنهنجي ننڍڙي لاءِ ڪپڙن جو ڳوڙ وئي ڏنو هو. جيڪو مون بعد ۾ پنهنجي پاڻتي تصور علي کي ڏنو هئو.

شادي شده سڏائڻ جو مقصد فقط هڪ هئو تہ جئين آءُ سنگت ۾ مياري نہ رهان چوتہ ڪجهہ يار شوقين مزاج بہ هوندا هئا. ليڪن ديوان صاحب تہ واقعي شادي شده هئو، آءُ وري ڪيس ڪمپني ڏيندو هوس. باقي يار وچي لاهور کي "لا اور" ۾ استعمال ڪندا هئا. بس سائين! اها سوچ قائم رهي ۽ 24 جنوري 1981ع ۾ مون شادي ڪئي تڏهن ديوان مونکي خبردار ڪيو تہ بي شادي ڪرڻ مردن مرڪ ناهي. مون ڪيس سچي حقيقت ٻڌائي تہ پهريائين اعتبار ئي نہ ڪري پر اتي بہ مان تہ ناهي ڪرڻي رڳو عقل نہ ڪم ايندو.

" درار حق غلط نخو لهد ڪرد.
هر ڪرا نور اوست راهہ نمائي ".

عقل بيشڪ جيولاءِ سونهو آهي خبردار ٿو رکيس. مگر ڏٺيءَ جي پند پوڻ لاءِ رڳو عقل ڪارگر نٿو ٿئي
"پنهنجي جوت جاڳائڻ" تان.

"And we have been on many,
Thousand lines,
But hardly have we,
For one little hour,
Been on our own line,
Have we been our selves,"
"جپ نام پڪتي" From

"Short lived as we are yet our pleasure,
We see.
Have a still shorter date, and die
sooner than we."

" دير ۾ ڪر پؤ هاج پنهنجي، اجهو سڏ ٿيو.
ڏسين ٿو هڪڙو واٽ ۾ تہ پٽيانس پيو اٿيو.
توبہ هلٿو پيو، وهڻ ناهي وس تنهنجي."
"پنهنجي جوت جاڳائڻ" تان.

ديس ديس "مان مان" تو بولجيءَ هرڪو پاڻ کي "پيو پيو". تو سمجهي تنهنجو منهنجو تنهن ۾ بہ جدائي پر ڏسون وينا تہ جيڪي بہ منهجو ڪن ٿا اهو سڀ فنا تڏهن باقي جيڪا مان مان بچي ساڪير؟ ڪٿان اچي ڪٿ وچي؟ " مان منهنجي "ڪان بہ ڌار تہ پيا ڪهڙا پنهنجا ڪندس. تيءَ سچاڻ پاڻ سچاڻ تان.

مولا علي عليہ السلام جو فرمان آهي تہ
" من عرف نفسه. فقد عرف ربه."

(He who knows himself knows God.)

From. "تيءَ سڃاڻ پاڻ سڃاڻ"

* ديوان وڌومل گنگارام (رٽائر جج) ڇپايل ڪتاب تيءَ سڃاڻ پاڻ سڃاڻ ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو.

"More bent to raise the wretched then to rise"

شعر بہ ڏاڍو سهڻو چيو اٿائين.

"Though round his breast the rolling clouds are spread,
Eternal sun shine settles on his head".

مالها ڦيرت جگ گيا، گيا نہ من ڪا ڦير.
ڪر ڪا من ڪا ڊار دي من ڪا مڻڪا ڦير.

(وات سان رام رام ٻولجي مالها بہ پئي ڦيرجي پر جي من ۾ ئي پاسي تہ رکو وات ئو ڪيو سين)

"تيءَ سڃاڻ پاڻ سڃاڻ" تان.
ساڳيءَ طرح انگريزيءَ ۾

"What soever thou lovest,
That become thou must.
God, if thou love God,
Dust if thou love dust,

From. جپنام يڪتي

گل تہ آهي گل ڪٿي کهڙو بہ نالو ڏيوس. مختلف نالي ۾ بہ خوشبوء تہ ساڳي ملندي.

" Call the rose by any,
Other name it will,
Smell as sweet."

حقيقت حقيقت آهي ڪٿي ڪجهہ ڪير ڪري ليڪن اصل نقل ۾ تبديل ٿي نٿو سگهي، ڪوڙ آخر ڪوڙ آهي

" پريتيم جب نينن بسي، پر ڇپ کهين سماءِ.
ڀري سراءِ رحيم لک، آت پٿڪ ڦر جاءِ.

(رحيم ٿو ٻڌائي تہ مهمانسراءِ ڀريل ڏسي، مسافر وري ٻي جاءِ ڳوليندو. ڪوڙا خيال تہ جي پاڻ وٽ جاء نہ لهندا تہ پنهنجي پاسو ڪندا).

" In the beginning was the word and the word was with God, and the word was God."

From. جپنام يڪتي

" ويدانت مان ورق پاڳو ۾ هڪڙيءَ هنڌ لکيل آهي.

" There is in "souls" a sympathy with sounds,
Some chord in unison with what we hear,
Is touched with us and the heart replies
with easy force it opens all the cells where memory slept,
A comprehensive view spirit takes"

From ويدانت مان ورق

" سر پر تر دکہ پاوهين، سر ڏن ڏن پڇتاءِ.
ڪالهہ، ڪرمهہ، ايشوره، مٿيا دوش لگاءِ.

هوڻءَ بہ وقت گهڙيءَ، ڪان شروع ٿئي ٿو. ان گهڙيءَ (پل) جي هيٺيان مٿان ماضي ۽ مستقبل آهي. حال جي (اگر "گهڙي" هٿان وئي تہ ڄڻ سڀ ڪجهہ ناس:

" Time with such a silent motion,
floats along on wings of air,
To eternity dark ocean,
Burying all its treasures there"

From ويدانت مان ورق

" سک رک و بکيڙو بہ وقت ٿو ڪري، ساڳيءَ حالت ساندهہ هلي هلي، تہ ڪو تفاوت نہ ڄاڻبو. سک تہ سک ئي سک جي ڪنهن حالت کي دک چئجي تہ بہ دک اهو سڃاڻندو. جنهن کي سک جي سڌ هوندي، جي هر حالت هڪ جهڙي تہ سک دک ڇا جو؟. اهي مزا ڪون من جون آهن.

" He that is giddy thinks,
The world turns round. ?

From ويدانت مان ورق

" چوڻ ڪرڻ ۾ فرق آهي ڏاڍو. ڪري اهو جنهن کي قرب جو ڪاڏو " يا " رهٽي رهي سڀ ڪو کهٽي ڪري ڪير" جيڪي ڪجهہ چئجي، ٿو ان تي ايمان بہ محڪم هجي، قرآن ۾ فرمايل آهي " الا يمان بين الخوف و الرجاء.

(ڪت بہ ڪنب بہ اڳيان توڙ يندڙ تڪا اٿئي).

من کي " محبوب " جي مهر ۾ محڪم ڪرڻ ڪان سواءِ، سندس اڻ تڻ قابو ڪا نہ ٿيندي.

" من انيڪ جڳت پيو، هن انيڪ نہ
کهو جڳت ڪت سنيوي، من هين جهہ . . ءِ.

( انميڪ = ڦرٽو، نساه = ناس ، سنهري = ٽين
ولاه = لٽرلين)" جيئڻ جو ٽيئڻ" نان
پوء ٽيندو:
جاڳت سوتي سووت سوتي، جب لگ رام نہ جانا،
جاڳت جاڳي سووت جاڳي، جب رام نام من مانا،
(ستائي سونهن ننڊ عبادت تنجي)
ياسائي موجب:
" آيو ناگرنٽ، ٻيڪ ڏري، بازار ۾،
ھانيڻ چئي ٻيائيءَ ري، ڪڏي ريئو ھٽ،
پاڻ واپاري وڻج ٿيو، پاڻ سرازي وٽ،
رعيت راجا پاڻ ٿيو، ڪائنر سور سبٽ،
پاڻ ڪنير آوي ٻٽيو، چڪ مٽي گهٽ مٽ،
پاڻ قول قل پتر، پاڻ ڏار ٻج ٻٽ،
اندر ٻاهر ڌه دسا، ڪيلي گپت پرگهٽ،
پرچي ڪوليو ھٽ، پاڻ لڪائي پاڻ کي.
(ناگرنٽ = بازيگر، سور= سورمو. ٻٽ = ٻڙ جو ٻج)
( ديوان خان چند جي چونڊ ۾ )

" Know thy self the " Kingdom" of
god is within ye" or
" A being single, infrinite beyond
which there is no being ,
From " As it is"

" مان آهيان اهوئي، جاڳرت سپن سکو پت ۾،
برهمڻ، ڪتري، ويش، شودر ٿو سامي سڏي ڪوئي،
ڪڏهن منيس ڪينڪي، ڏنم ڪلي، ۽ روئي،
لاک ، ڪتا، لوئي، اڄن نہ انيڻ ان ري. (سامي)
لاک= لوئي جو قسم . اڄن = اٽڃڻ، ان = پشم.
لن تحقيق ۾ شاه بوعلي قلندر جو شعر آهي،
" آفريده حق مرا از نور ذات ، ذات اور اتاشنا از صفات"
(ڏٺيءَ مون کي پنهنجي آڏي نور مان پيدا ڪيو آهي
تہ نر آڪار کي ساڪار سان سڃاڻان ) بوعلي .

ڪلام سيد مهتاب علي مخدوم جهانيہ

## تلهہ اٿيا آهيون تہ ايندا سين،

موٽڻ پنهنجو مرڪ ناهي.

1

عمر ٿي چئي تہ ويهي رهہ،
جفا جو جوش ٿو ڪاهي.

2

پيريءَ ۾ اسيري جو،
ايڏو امڪان ٿيو آهي.

3

دنيا فاني عمر فاني،
هجي ڪيڏو وڏو چاهي.

4

ٿيو عاشق وصل "مهتاب"،
دنيا جا بار سي لاهي.

. تلهہ اطهر علي "اطهر"

گيسن ۾ گلاب هٽي، وارن کي ڏئي ڦٽي،
يار آيو آ محفل ، منو منتار آيو آ محفل ۾.

1

هر هر پنهنجي وارن کي سنواري پيو،
انهيءَ انداز سان لک ماري پيو،
هن جي هلت اهائي هزارن کي وٺي.

2

مک منور محبوب جو مهتاب آهي،
اکين اکيان چڙ ڪليل ڪريمي ڪتاب آهي،
دلبر دلدار آهي لکين دلين جو ڏٺي.

3

جڏهن عاشقن کي ڏسي خوب ڪلي ٿو،
سڪ وارن جي ساهہ کي سرور ملي ٿو،
سئين سئين سر گهائي ٿو پائي گهور گهٽي.

# تصوف

بقلم
منصف علي لاکو
ڳوٺ وڏا لاکا



تصوف جي معنيٰ آهي، نفساني خواهشن کان پاڪ پر جيڪڏهن انهي لفظ کي اسلامي زاويئي سان ڏسون ته مان سمجهان ٿو ته انهي جي معنيٰ هي به ٿي سگهي ٿي ته پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ يا نفس امارھ جو تنقيد ڪرڻ. ليڪن تصوف جو ڪنهن به مذهب سان ڪو به تعلق نه آهي.

هن دنيا ۾ عالمگير چار مذهب آهن. 1. مسلمانيت 2. عيسايت 3. ٻڌميت 4. حسين ليڪن تصوف ڪنهن جي به قيد ۾ نه آهي، اهڙي طرح جهڙي طرح خدا جو به ڪو مذهب نه آهي، اهڙي طرح تصوف جو به ڪو مذهب نه آهي. تصوف ڪي طبعيتن، قبيلن، نسلن، رنگن جي ڳالھ ايترو تنگ نه ٿي ڪري جيترو الله جي ناليَ ۾ پربا ڪيل اختلاف ٿا ڪن. تصوف عشق جي ان اونچي مينار تي چڙهيو بيٺو آهي جتان ڪفر ۽ دين اسلام جا جهنڊا برابر جهوليندا نظر اچن ٿا ته تصوف عشق ۽ علم ڪي مذهب جو روح ٿو سمجهي عشق هن ڪي اتحاد جو ۽ ست ڏيڪاري امن ۽ محبت تائين پهچائي، ٿو تنهن ڪري ان راھ ۾ نفرت نفاق، فرقواريت، تعصب، ۽ خود مطلبي کان اوڏاهون ٿو سمجهي. تڏهن ته لطيف سائين چيو آهي.

صوفي لاڪوفي ڪو نه پائينس ڪير،
منجهان ئي منجهه وڙهي پڌر ناهيس پير.
جنين ساڻس وير، تئي تن جو واهرو.

تصوف جي باري ۾ نظريا ماڻهن جا پيدا ڪيل آهن. تنهنڪري ماڻهن جو محتاج نه رهڻو آهي، منصور! جوئي ٿو ته ڪائنات جي تخليق کان اڳ ۾ خدا پنهنجي شان، جلال، حمد ۽ توصيف ۾ پڌل هو. اها توصيف عشق آهي، پنهنجي وحدانيت جي حالت ۾ هن ڪي عشق پيدا ٿيو پنهنجي ذات جي اظهار ۾ خوشي محسوس ڪئي ۽ آدم پيدا ٿيو. (لاهوت) خدا جي خدائي ۽ (ناسوت) يعني آدم جي رهڻ جي جاءِ ۽ لاهوت ناسوت ۾ محلول ٿيو. ۽ هن حلول ڪي هو هو سڏيو انسان ڪامل هو هو آهي ۽ اهو رسول عربي آهي.

ابن عربي چوي ٿو ته ڪا به شيءِ نيستي مان وجود ۾ نه ٿي اچي سگهي ان ڪري هي عالم ازل کان موجود آهي، هن عالم جون سڀ موجوده شيون ڪنهن ڳالھ ۾ هڪ ٻئي ڳالھ ڪان مختلف آهن ۽ انهن ۾ رڳو هڪ ڳالھ جي هڪ جهڙائي آهي. اها هڪ جهڙائي صرف وجود جي آهي، ان ڪري اسان ڪي وجود جي وحدت ڪي ميٽو پوندو.

سالڪ کي جڏهن ذات ۽ ڪائنات جو عرفان ٿيندو آهي تڏهن ان جي زبان مان اهڙا جملا نڪرندا آهن جن ڪي اهل ظاهر خلاف شريعت سڏيندا آهن. تصوف ڪڏهن به برائي ڪي قبول نه ڪندو آهي، هميشه حق جو حامي رهيو آهي ۽ رهندو.

تصوف جي نظر ۾ هميشه ڪردار جي اهميت رهي آهي. رنگ، نسل، ذات، پات، اميري، غريبي، جي ڪا به حيثيت نه آهي، انهي ڪري تصوف ڪي ظاهري سمجهڻ ته ڏکيو رهيو آهي، پر جيڪڏهن سمجهي ويو ته ڏيوالن مان جان ڇڏائي وحدتي وجود جي وينو اثبات پيو ڪري پوءِ انهي ڪي خود پتو پئجي ويندو ته لاهوت ناسوت ۾ ڪيئن حلول ڪري ٿو.

پاڻهين جل جلا له، پاڻهين جان جمال،
پاڻهين صورت پرينءَ جي، پاڻهين حسن ڪمال.
شاھ لطيف

صوفن صاف ڪيو، ڏوئي ورق وجود جو.
تهان پوءِ ٿيو، جيئري پسڻ پرينءَ جو.
شاھ لطيف

# فقير پاڪ مهدي سرڪار جهانيم جا ٻول مبارڪ

ٿلهه
ديد دروني پايون، پيون نه پايون،
جيڪي لکيل قرآن ۾ جملي جهان ۾.

1
فذ ڪروني اذ ڪر ڪر ڪي،
سيني منجهه سمايون.

2
وفي ان فسڪم واري فرمودي
گيت انا الحق الايون

3
تار توحيدي هر جاءِ حق حق.
گهڻيءَ ڳليءَ ۾ ڳايون.

4
موج "مهديءَ" جي محڪم ماهر.
ناتو نينهن نباهيون.

ٿلهه
طلب طمع ڪي طالب ترڪن،
وحدت واري واهه سان، ويساهه سان.

1
ٻوڙي ٻائڙ ٻيائي ٻاري،
لاحد واري لاهه سان، ويساهه سان.

2
ڪربل ڪوڪ ڪنائي قائم،
قرب قتل واري ڪاه سان، ويساه سان.

3
هڪدم حال حلاج هلائي،
رهبر واري راهه سان، ويساهه سان.

4
پيوند پيچ پريت جو پائي،
"مهدي" مورت ماهه سان، ويساه سان.

ٿلهه
ڏس اهو جيڪو توکي ڏسي ٿو
ٻيا ڏسڻ کهڙا ڏسندين ڏسندين.

1
ڪول گهونگهٽ کي ٿي پئه غاري،
پرواني جيئن پچندين پچندين.

2
سر تريءَ تي اڏي جي آڏو
ڪات خنجر سان ڪسندين ڪسندين.

3
پر جهي پيهي پس تون پاڻ ۾.
رمز انهيءَ سان رسندين رسندين.

4
موج "مهديءَ" جي ڏس تون ماڻين،
وحدت سان جڏهن وسندين وسندين.

ٿلهه
مسافر هن ماڳ تؤن،
پلي ويا پنهنجو پاڻ.

1.
وڃي وسايؤن ويراڳ ڪي،
وصل وارو وٿاڻ.

2
ساري نه نيائون سات سان،
ڇڏي ويا ڇاڪاڻ.

3
راتيون ڏينهان روح ۾،
روئڻ ڏئي ويا رهاڻ.

4
"مهدي" مون مسڪين سان،
سدا سيد ساڻ.

ٿلهه
فنا بقا جو سير ڪيوسي،
لاشڪ ٿي لاثاني گوهر گياني.

1
اصلي ذات الاهي آهين،
اولو ٿئي انساني.

2
چوڏهن طبق تماشو تنهنجو،
تون آن شاهه شاهاني.

3
ستين عرش عظيم ڪان اڳتي،
عاشق ٿيو آشياني.

4
مظهر ۾ ٿي آيس "مهدي"
صوفي صاف سيلاني.

ٿلهه
عشق آندو آهي اتي،
اصل واري آشيان تي.

1
عشق آشيان ڏيکاريو اصلي.
واهه ويراڳ ڏيو آوصلي.
پنهنجو پاڻ ۾ پتي.

2
عشق جي منزل عاشق جاڻن.
سر سهائي سير سڃاڻن.
راض رهبر جي رتي.

3
مئي محبت موج مچائي.
وحدت ڪثرت ڪل وڃائي.
"مهديءَ" ميلي متي.

## سيد ڪامل شاهه "قوت علي" جهانيه

تلهه

اڄي جاني جياري وچ، مري ويندس تہ ڇا ملندئي،
منا منهڙو ڏيکاري وچ، مري ويندس تہ ڇا ملندئي.

(1)

لڳو جو تير نظرن جو، پسڻ ٻاهر ٿيو سيني مان،
ٿنيل دل کي اٿاري وچ، مري ويندس تہ ڇا ملندئي.

(2)

جيئڻ منهنجو آهي تنهنجي، منا مرڪي ملڻ تنهنجو،
منهنجي دل کي ڏتاري وچ، مري ويندس تہ ڇا ملندئي.

(3)

اڄي ڏي جام تون هٿ سان، جنهن ۾ سرڪ آسڪ جي،
اها سرڪي پياري وچ، مري ويندس تہ ڇا ملندئي.

(4)

رهيس ٿي ملڪ تنهنجي ۾، منا آهيان "مسافر" مان،
گهڙيون گڏ ڪي گذاري وچ مري ويندس تہ ڇا ملندئي.

## نور علي فقير "مظهر"

تلهه

دلبر لوهان سان نينهن آ، ناتو نڀاهٽو،
ڏکيو ڪيو توڙي سڪيو، آهي رهائٽو.

(1)

توڙي اڄي سڪ سلامت، توڙي اڄي ڪاني ڪرامت،
توڙي اڄي سر سخاوت، تہ ٻ پاڻ نہ پڌائٽو.

(2)

توڙي پير فقير ٿيان، توڙي مير وزير ٿيان،
توڙي بينظير ٿيان، تہ ٻ پاند ڳچيءَ ڳل پائٽو.

(3)

ٻڪ ڏڪ ڏي ڪين ڏسان ٿو، رموزي آءٌ راض منگان ٿو،
سچو سچ چوان ٿو، ڪوڙ نہ ڳالهائٽو.

(4)

"مظهر" مان آءٌ نہ منگان، نان دان آءٌ نہ منگان،
شاهي شان آءٌ نہ منگان، طالب نام سڏائٽو.

## سيد علي نواز مخدوم جهانيه

تلهه

ساعت سڄڻ ٻنا، منهنجي ڪا نہ سري
وچ منهڙو ڏيکاري، قرب ڪري.

(1)

تولئہ واٽون اکڻ ٻهاريان مون،
ڪوڙين ڪانگ ڪبوتر اڏايان مون،
پرين پل پل روز پچايان مون،
هن ياريءَ جو دلبر ڏيان ڏري.

(2)

توتان صدقي سر هي مال ڪيان،
توسان حاڪم دل جو حال ڪيان،
ڪنهن وقت وڇوڙي جو وصال ڪيان،
ماندي محب ملڻ لئہ يار مري.

(3)

"نواز" نالي انهن جي آهيان مون،
قدم ڪيچ ڪوهياري ڏي ڪاهيان مون،
ساٿن سڱ نہ سياپو ساهيان مون،
ويندس پاڻ پرت وارا پير ڪري.

## سيد معراج علي رضا مخدوم جهانيه

پٽلهڪو پاڻ ۾ پاڻ سڃاڻ،
طرف نہ ٻئي ڪنهن تاڻ.

(1)

وفي انفسڪم واري فرمودي،
اهو اٿئي اهڃاڻ.

(2)

موڪي واريءَ مام تي محڪم،
موج مدامي ماڻ.

(3)

صوفي رمز رنديءَ ۾ راهڪ،
ڪين نہ ڪنهن جي ڪاڻ.

(4)

راضي رلز "علي رضا" تي
سيد سدائين ساڻ.

# سيد احسان علي مخدوم جهانيه

دل ۾ آدرد ڪو ڪو، ها دم اداس هر دم،
مولا سدا آ ڪامل، همدم ۾ آس هر دم.

(1)

موسم ملهاءِ ڪامهل، عادل ادا عطا ڪر،
حاصل آحو صلوءِ حاصل حواس هر دم.

(2)

هر دم آدل ۾ هو ڪو، مالڪ آهر ۾ هر دم،
ڪر ڪو ڪمال اعليٰ، آهڪ حراس هر دم.

(3)

"احسان" سدا ڪر سر ۾، ڪر ڪو حوال مالڪ،
حاڪم حڪم اصل، سارو سور راس هر دم.

بغير نقطي جي ڪلام سواءِ اڙين ۽ احسان نالي وارِي لفظ جي باقي ڪنهن بہ لفظ ۾ نقطو ناهي.



تنهنجون جڏهن بہ جاني، مون سان ملن ٿيون اکيون،
لن وقت ۾ تہ ڪيڏو، خوش ٿي کلن ٿيون اکيون.

(1)

ڪجھ ڏينهن جا ٿئي دوري، تنهنجي سڄڻ جي مون ڪان،
بس انتظار ۾ سي، راهون تڪن ٿيون اکيون.

(2)

ديدار تنهنجو جاني، هر دم ڪيان مان جيڪر،
هڪڙي جھلڪ ڏسڻ لاءِ، بي تاب رهن ٿيون اکيون.

(3)

ناهي جدا رهڻ جو جاني، ڪڏهن مون سوچيو،
تنهنجي جدا رهڻ تي، ڏاڍو روئن ٿيون اکيون.

(4)

محبت ۾ ڪجھ اميدون، قائم اجان بہ آهن،
تنهنجي نظر ۾ ڳولهي، محبت ڏسن ٿيون اکيون.

(5)

"احسان" نقط هي دنيا مطلب پرست آهي،
ڏک سور بس اندر جا توسان سلن ٿيون اکيون.

# سيد مونيل شاهہ بخاري "مونڻ"

ٽلهہ

جاڳ ڏي جيءَ کي جفا، ويهي وڃائج وارڻو،
رات وٺي ساري لنکهي، اپريو سج ستارڻو.

(1)

جاڳڻ وارن جائي مليو، پرين پوتر پيارڻو،

(2)

ڪج پچ ڪنهين سان ڪينڪي، لائق نہ ڇڏجانءِ لارڻو،

(3)

فاذ ڪروني اذ ڪر ڪم، ثابت آهي سهارڻو،

(4)

ميٺ محبت ۾ مزو، ڪر غربت ۾ گذارڻو.

(5)

غمگين "مونڻ" چوٿئين، الڪ جو ڇڏ نہ آرڻو.



ٽلهہ

محبت ميدان ۾ سر جو اڇ سانگو ستي،
راند آهي عشق جي ڪير هاري ڪير کٽي.

(1)

ڪي پڳا پاڙي پيٽو، منهن ويا موري مٽي.

(2)

جيئري مر جهان ۾ راهون ڇڏ ڪثرت ڪٽي.

(3)

آتش ٻري عشق جي، جنهن وڌي دلڙي ڦٽي.

(4)

هلڻ تنهنجو ويو هلي، مر ويئي گوڏا ڇٽي.

(5)

"مونڻ" پنڌ پرت وارو هل هلان ڪڏهن نہ کٽي.

## حافظ عبدالستار سولنگي

ٺارو شاھ

سڀ رســــتا ســــينگاريو.
مونســــان محب ملڻ ٿو اچي.
ٿي دلڙي خوشــــي مان نچي،
گهر گهٽيــــون ٻهاريــــو.

1

هي اکيون آتيون ڏســــڻ لاءِ،
پرين پنهنجي کي پســــڻ لاءِ،
هــــر پل پئــــي نهاريــــو.

2

ســــالن کان ســــوال هاڪيا،
عرض منهنجا ســــي تہ اگهيا،
ويڙهو اجڙيل آســــنواريو.

3

لکين لطــف لائــق پا ئيان.
ڳڻ کهــڙا ڳائــي ڳائيــان،
کري ســجڻ پنهنجو ســاريو.

4

ديدن ســــان مليون ديدون.
ٿيون ستار حــــافظ عيدون،
محبوبــــن مســــکرايو.

سرنهن ۾ وڌ سرس سڀ کان منهنجو مٺو منٺار آ.
ســــر ٿيو مائل، کيو دلبر جو جنهن ديدار آ.

1

موڙن تہ هيکاندا هتي هن حســــن ولارا مون ڏٺا.
مٺ نہ آهي کو مليس جهڙو پنهنل پڳدار آ.

2

نازءِ انداز اهڙا کو نہ کنهن ۾ کنهن ڏٺا،
ديد ســــان دليون کنيئين گوهر جي چا گفتار آ.

3

ســر کري ســينگار ســهڻا، ڪل کٿي آڏر اچن،
پوءِ بہ پڄندا ڪين هو سهڻن سندو سردار آ.

4

ٻاکين ٻهرل ويو ملي مون اهڙو آ" عبدالســــتار"
ســــولنگي" جنهن جي ٿيو اچ نينهن ۾ نرولار آ.

## نثار علي کهڙو

الٿي اهو قــرب هادي جو.
جنهن زمانن ۾ ســواريو ٿي.

1

کرشــــکر هر هر گهڙي،
هــادي ۽ ناتــو نڀايــو ٿي.

2

چاهي تنهنجو آهي سڀ لن جو.
جنهن تنهنجو وا رو وڄايو ٿي.

3

چڏي سڀ کــي وٺ لن کــي،
جيکو هــت هــت جيايــو ٿي.

4

"نثار" علــي تــون نثار ٿي رهــ.
مولا حــيدر هٿڙو ملايو ٿي.



## شاهنواز کهڙو

اســـان نہ هونداســـي جاني جڏهن،
اســـــــان جا گيت هوندا.

1

سيئي دوســــــت گڏجي،
پيــا پيــار مــان پيــنــا ڏيــنــدا.

2

چوندو هــر هــک هتي کي مرکي،
پيارن جا گيت چونہ ڳائبـــــــا.

3

ڪچهريون قــرب واريون جڙنديون جڏهن،
انهن وچ ۾ اســـان جا احســاس هوندا.

4

آهي اها ڪيڏي ڀلائي "شـــاهنواز".
پريمن وانئون تنهنجا ســـهرا ڳائبـــا.

## نصيب علي منگنهار درازه شريف

بـــــرهہ بهادر رنگڙا لايا،
بـــــي رنگي رنگ سمايا.

1

سڪ سيني وچ ماهي دي ملڻ دي،
ٿيا ملڻ دا ســــــايا.

2

دلبر دا ديدار کتوســــــي،
جنهــن ڏونهـا جهـان چڙايـا.

3

دلـــبر دل وچ ديـــرا لايـــا،
ٿيا درلڙي لايا ســـجايا.

4

"نصيب علي" مولا احســان کيتا،
مـــولا سمــر نـــال ملايـــا.

## اطهر علي "اطهر"

ٺلهہ

پرجهي پيهي ڏســــين چونہ پاڻ،
تو ۾ تنهنجي دوســــت جو آهي اهڃاڻ.

1

سکهو ســچي صورت ســيني سماءِ،
پاڻ ۾ جــوڙ جانــب جــي جــاءِ،
تو ۾ موجود هرڻ جيان ســــرهاڻ.

2

هر صورت ۾ آهي ســـاڳيو ســـائين،
ڀيائـــي رکـــي چو بہ ٿو ڀائـــين،
تو ۾ ٿي آهي واحـــــد جو ونڃاڻ.

3

صورت سمر جي ســــيني سماءِ،
قـــــرب کلي اهو "اطهر" کماءِ،
انهيءَ راز جــو جــنن کــو نهــي جاڻ.

# ولايت علي سهتو شڪارپور

ٿلهه

هي جا ساري حيات،
يار پنهنجي جي گولڙي آهيان.

1

مون ۾ هزارين عيبن جي،
بيحد آهي بات.

2

ڪرم ڪيائون پنهنجو،
ڪو نه پڇائون ذات.

3

ان وڙ لائق ناهيان،
ڪاجا ڏنائون ذات.

4

مٺان "ولايت" مهر،
سمر ڏني سوغات.

ٿلهه

آئي رات آڌي ڪتن جن ڪمايو،
هر دم تنهن جو ٿيو لايو سجايو.

1

جاڙئون جيڪا جاڳي، ستڙ تي سياڳي،
ننڊ پئي نياڳي، وقت تنهن وڃايو.

2

اکن کي اوجاڳا، ڏئي جن سي چاتا،
ڏوڙا تن جا ڏاجا، ورهه جن وسايو.

3

سويري صبح جو، تن بار برهه جو،
پرين ۽ سان پرهه جو، جن پيچ پايو.

4

سرت جن سنڀالي، ڪيئون دم نه خالي
"ولايت" وصالي، برهه تن پلايو

ٿلهه

اٿئي مهل اها چري چور چرخو،
ستي وقت ويندئي جاڳي جار ڪر ڪو.

1

الف کي اندر ۾ وحدتي وندر ۾،
برهه جي بحر ۾، من ڦير مٽڪو.

2

سنجهي جي ستيون، منجهيون ٿن جون مٽيون،
آرس ساڻ ٿيون، پائي ڪين مٽڪو.

3

گذري عمر ويندئي، وري هٿ نه ايندئي،
ڪل ڪانه پوندئي، ڪندو موت ڪڙڪو.

4

سندن قرب ڪافي، چپر چانو شافي،
ڪندو مهر معافي، "ولايت" تي وڙ ڪو.

ٿلهه

منڪر نڪير مون کان ڇا جو ڪندا پڇاڻو.
پڇندو ته هادي پڇندو، جيڪو رضا جو راڻو.

1

اقرار الست بربڪم قالو بليٰ ڪيو مون.
سڀ ڪنهن صورت سمايو، سڀ ۾ سندس ٽڪاڻو.

2

روز ازل کان آهيان ٻولين ٻڌل پرين ۽ سان.
ور کي ڪيئن وساريان پيچ جنهن سان پرائڻو.

3

لوهي قلم قضا جو هٿ ۾ آهي جنهن جي.
هٿ هٿ آهي اهو ئي ٻوءِ جو ٿيان ويڳاڻو.

4

رک تون ويساهه "ولايت" پرٿئون پرين ۽ سان پختو
آخر اول اهو ئي رک سمجهه ٿي ۽ سياڻو.

پنھنجي مرشد مالڪ جي 74 وين سالگرھ جي موقعي تي جانب علي فقير طرفان امر اثبات ٿيو تہ سرڪار سمر علي مخدوم جھانيہ جي لوتار " آمد " واري ڏينھن لاءِ ٻول لکي ڏيو. پاڻ حڪم جي بجا آوري ڪندي مالڪ محبوب مرشد جي آمد ۾ هيٺ ڏنل ٻول لکيا سون. طالب ڪي طاقت ناهي جو مرشد جو شان بيان ڪري سگھي ۽ اظهاري ڪيس ڪرڻ بہ نہ گھرجي. اميد تہ هن ننڍڙي حجت جي معافي ٿي ويندي. جانب علي آچر ڏينھن 15 جنوري 2023 ع تي هڪ ٻول جي ڌن تيار ڪري ٿيل سالگرھ مبارڪ ۾ ڳائي هامگر پنائي ۽ سرڪار جي هن بيت جيان تہ.

واڳ ڌڻي ۽ جي وس، آءُ ڪا پاڻ وهيٽي،
هلائي تہ هلان، بيهاري تہ بس.

طالب تہ سدائين نظري ڪري جو محتاج آهي، هوئن بہ ڪيس ڪهڙي جرئت اٿس جو شان بيان ڪري سگھي. اهي آمد جا ٻول هن سوونيئر ۾ قارئين جي نظر ڪجن ٿا.

## ٿلهہ

سخي جهڙو سمر، آيو آنہ ايندو،
عاشق اهڙو اطهر، آيو آنہ ايندو.

1

پندرهن جنوري پنجاه، شوقان شافع شهنشاھ،
حيدري هھڙو همسر، آيو آنہ ايندو.

2

صاحب صورت سلطاني، هلي هتي سيلاني،
مالڪ منجھہ مظھر، آيو آنہ ايندو.

3

صفن صاف سالڪ، فنا بقا جو مالڪ،
ورهائڻ وحدت وکر، آيو آنہ ايندو.

4

بقا باالله باقي، صوفن سندو ساقي،
ڦاندڻ فيض فقر، آيو آنہ ايندو.

5

وحدت ڪثرت وائي، ڪري هڪ هيڪڙائي،
نانگو نوراني نر، آيو آنہ ايندو.

6

منجھہ مهدي ۽ مورت، صادق ساڳي ۽ صورت،
عشاقن ۾ اهڙو " اطهر "، آيو آنہ ايندو.

جهومون نچون سهرا ڳايون، مکڻ ماکيون مصريون ورهايون،
اگڻ اسان جي آيو، سمر علي، هڻو نعرا حيدر چئو علي علي.

1

ننگي ننگدار آننگ پرور، سهنان سرس سهڻو سردار سمر،
سرواڻ صوفين سنڌو سچو سرور، گلڙا چنايون گلي گلي.

2

يتيمن جو سو يار آهي، مسڪينن جو مٺو مهندار آهي،
قربدارن تي ڪامل قربدار آهي، حبان آيو آهتي هلي.

3

ويس مٺائي جو سجڻ آيو هتي، اڄ مهدي مالڪ جڻ آيو هتي،
رهبر رهيلن فيض ڏيڻ آيو هتي، اچي دلبر ڳجهي ڳالهہ سلي.

4

سهني ساهدارن جو سهارو ٿي، جهانيہ جڳ جهان جي ۽ جيارو ٿي،
ڪرائڻ دلبر ديدار آيو دلارو ٿي، ڪيو خوب خوشيون ٻلي ٻلي.

5

سجڻ ڪري سورهن سينگار آيو، سمجهائڻ عشق جا "اطهر" آثار آيو،
خوشبوئن سان واسڻ سنسار آيو، آيو احدون آوقت جو ولي.



صوفين سندو سردار سمر، ٻليان آيو، ٻليان آيو.

1

لک لک بسم الله چوان، ٿيا لايا سجايا سڀ سنوان،
ڪامل ڪري قربدار سمر، ٻليان آيو، ٻليان آيو.

2

خوش ٿي خوشيون ملهايون، جهومون نچون سهرا ڳايون،
مڙن مسڪينن جو مهندار سمر، ٻليان آيو، ٻليان آيو.

3

ٿيا سنڌ ۾ سئين سڪ، ويا ڏولاو ڏکڙ ڏک،
نانگن جو ننگي ننگدار سمر، ٻليان آيو، ٻليان آيو.

4

سمر ساڳي صورت مهدي واري، عين اثباتي ۾ احدي ولري،
حامي حيدري حيسني حبدار سمر، ٻليان آيو، ٻليان آيو.

5

عشاقن جو پوريون اميدون ٿيون، جهر جنگ ۾ اڄ عيدون ٿيون،
آيو جو اطهر يتيمن يار سمر، ٻليان آيو، ٻليان آيو.

للاھ ھو الله ھو، الله ھو الله ھو،
الله الله الله الله الله ھو.

(1)

جيڏ انھن ڪيان نظر، آ محبوب مظھر،
ھيو ناھي ڪوئي، سوئي ساڳيو ھوبھو.

(2)

ھہ ھولڻ ھيائي، آھڪ منجھہ ھيڪائي،
سبق سو سڪيو، تن من توھي تو.

(3)

وڻن ٽڻن ۾، آھي گلن گلزارن ۾،
سڄڻ سو ساڳيو، ھوئي ھو ھوئي ھو.

(4)

مستن جي مستيءَ ۾، واھڻ ۽ وستيءَ ۾،
ڪونھي ڪوئي ھيو، رب رحمان روبرو.

(5)

منا تون مظھر، آھين ابدي "اطھر"،
گل گلابي آھين، تون ئي آھين خوشبو.

---

خوشي توڙي غم ۾، آھيان ثابت قدم صنم ۾،
1 چوٿا چيڙيو مونکي، ھٿي ڪنھن ڪار ڪر ۾،
2 وساريان ڪيئن پنھنجو پرين، آھي يار ياد دم دم ۾،
3 وڇوڙي ودن تان واريس، وڏو ذائقو آ زخم ۾،
4 پيچ صورت سان پيو، ھيو لکيو لوح قلم ۾،
5 آ عشق "اطھر" عليءَ سان، ھي نہ درڪار دين ڌرم ۾،

---

جلوو جمال جانب جو آھي جا بجا جنسار ۾،
1 اھڙو اثر آھي ڪٿي گل گلشن گلزار ۾،
2 ماٺھو ملڪ آھن موھيا، ڪيئي ھينا قطار ۾،
3 رب اھڙيون رمزون رکيون عجب انھيءَ اسرار ۾،
4 سونھن سڄڻ جي تان فدا، سئين سئين سنسار ۾
5 موتي مرجان لنا ملن، گلبدن جي گفتار ۾،
6 صلت آ ڪٿي سمر جي، "اطھر" پنھنجي اظھار ۾،

للھہ تنھنجي نام جي ملي لولي مون کي،
آھي اندر ٻاھر ٻي نہ ھولي مونکي،

(1)

ھڪدم دور ھڻ حجاب ٿيا،
نينھن ۾ ناسود نامي نصاب ٿيا،
نڪي قائم قلب ڪي ڪتاب ٿيا،
ھولي نام جي لڳي سولي مونکي،

(2)

تون ئي تون جي اندر ۾ اکير،
رھي نہ طلب ھاٺي شراب و شير،
نتا دل ڪي وڻن ناول نذير،
ھر جاءِ اثر تنھنجي ھولي مونکي،

(3)

تنھنجي نام سان لڳو نينھن اھڙو،
چنڊ سان چڪور جو آ جھڙو،
ڇٽي ڇھن سان ھڏايان ڪھڙو،
"اطھر" عليءَ ري ٻي سڀ ٿنا اولي مون کي،

---

ويا ڪل ڪتابن وارا ورق ئي وسري،
نڪري نينھن ناياب نروار ٿيو نسري،

(1)

امالڪ اڃي عشق ڪئي جو اظھاري،
بخشي برھہ ھيشڪ ٻي ٻيا ٻھاري،
لڳي مونکي محبوب جي محبت مٺي مصري،

(2)

دل دور نڪي دنيا کان دور جو ليڙي،
وڃي ھيش پرين جي ھلھل جو ھيڙي،
پر خاطر وٺي ھر جاءِ ھلڪ ۾ پسري،

(3)

عشق جھڙو علتاب نہ نظر آيو ڪو،
اھڙو شينھن شتاب نہ منجھہ مظھر آيو ڪو،
ٻيا ٻل ٻيا ھٿن ڪي ھٽا ڪون ٻسري،

(4)

ٻڪا ٻنڌ ٻولا ھڙئي حجاب لٿا،
آئي لھار لولات، لھنھن ۾ نقاب لٿا،
اھا عنايت "اطھر" عليءَ ڪئي، عشاقن سان اڪثري،

# همسوا جا مرڪزي عهديدار


مقصود علي مخدوم جهانيم
سرپرست اعليٰ "همسوا"


فقير سمر علي مخدوم جهانيم
"سرپرست"


سيد حق علي مخدوم جهانيم
چيئرمين "همسوا"


معراج علي (راجا) مخدوم جهانيم
وائيس چيئرمين "همسوا"


ياسين علي کهڙو
جنرل سيڪريٽري "همسوا"


آفتاب علي مخدوم جهانيم
ميمبر (B.O.D)


نياز علي راڄپر
خزانچي "همسوا"


پروان علي منگي
آفيس سيڪريٽري "همسوا"


خليل احمد قل
پريس سيڪريٽري "همسوا"


مختيار علي چامڙو
ايڊمن H.R "همسوا"


نثار علي کهڙو
جوائنٽ سيڪريٽري "همسوا"


اقبال حسين مري
يونٽ خان واهڻ "همسوا"


پير منور الحق صاحب


محبت علي پيلار
صدر "همسوا" ضلع خيرپور


ڪفايت علي منگي


فرهاد علي فقير


ولايت علي فقير سهتو



سيد هادي بخش مخدوم جهانيم

اول



سيد معراج علي مخدوم جهانيم



سيد علي گل مخدوم جهانيم



سيد شهاب الدين مخدوم جهانيم



سيد ڪامل شاهه مخدوم جهانيم



سيد شير علي مخدوم جهانيم

همسوا



(1) سيد هادي بخش مخدوم جهانيم



فقير معراج علي رضا سائين
مخدوم جهانيا ۽ سندن فرزند ارجمند



(2) فقير سمر علي مخدوم جهانيم



(3) سيد مهتاب علي مخدوم جهانيم



(4) بادشاهه علي مخدوم جهانيم



(5) منور علي مخدوم جهانيم



(6) وزير علي مخدوم جهانيم



1 ڊاڪٽر عاشق علي مخدوم جهانيم
فرزند هادي بخش مخدوم جهانيم



تصور علي مخدوم جهانيم
فرزند هادي بخش مخدوم جهانيم



3 حق علي مخدوم جهانيان
فرزند هادي بخش مخدوم جهانيم



4 سيد شاهه عالم مخدوم جهانيم
فرزند هادي بخش مخدوم جهانيم



سيد احسان علي ۽ سيد اتحاد علي
فرزند ارجمند سيد مهتاب علي جهانيم

# فقير شير علي سائين مخدوم جهانيم

سابق سجاده نشين درگاهه سيد حسن شاهه جهانيم "باندي موک" شاهپور جهانيم



۱ سيد مقصود علي مخدوم جهانيم
فرزند ارجمند سيد شير علي سائين
(موجوده سجاده نشين)



۲ سيد آفتاب علي (سکندر علي) مخدوم جهانيم
فرزند ارجمند سيد شير علي سائين



۳ سيد فيض علي مخدوم جهانيم
فرزند ارجمند سيد شير علي سائين

# "همسوا" طرفان سيف جي هلندڙ هاءِ اسڪول ڳوٺ فقير نانڪ يوسف اڳڙا جا منظر

همسوا چيئرمين سيد حق علي جهانيم، مسٽر ذوالفقار شيخ ڀٽي ڊائريڪٽر (SWO) ڪميٽ
سيد سجاد جهانيم، مختيار علي، الطاف حسين سهتو ۽ پرنسپال آفيس ۾ موجود آهن

همسوا چيئرمين سيد حق علي جهانيم،
اسڪول ۾ هلندڙ امتحان جي نگراني ڪندي.

اسڪول جا ٻارڙا ٽيبلو پيش ڪندي

اسڪول جا شاگرد ۽ شاگرديائيون هڪ پروگرام جي تقريب ۾ ويٺل آهن

اسڪول جون شاگرديائيون اسيمبليءَ جي تقريب ۾ بيٺل آهن

پروفيسر اطهرعلي "اطهر" اسيمبليءَ ۾
اسڪول جي ٻارن کي هدايتون ڏيندي.

اسڪول جو ميل اسٽاف اسڪول جي گرائونڊ ۾ ويٺل آهن

ٽنين ڪلاس ٽائين اسڪول جا مانيٽر ۽ وائيس مانيٽرس
شاگرد ۽ شاگرديائيون اسڪول ۾موجود آهن

اسڪول جي بلڊنگ جو ٻاهريون ڏيک